چوکو عشق نہ آهي ڇَتِي،
سُورن سوز ڪِلڻ ڪؤن ڪتِي،
مُحبت ڪانءُ نہ گهايل گُهتِي،
سسئي سوزَ فِراق جي ڦَتِي،
پائين پَبُ پَتولا پَتِي :
روئي ڦوڙائِي جان ڦوهاري.

۳۲ - لونِي بَڪ متي تي لَتِي،
ڊوڙي تيزَ منجهاروُن تَتِي،
محبت مَنِ تنهين جي مَتِي،
وجي ڪيچ وِره مون وَتِي،
گهوري گامَ گهٽيري گهتِي،
ڏکَ جي چِتِ هنيائون چَتِي،
روئي ريتِ تنهين سپ رَتِي،
جاٽي پَبِ سَيو هکَ پَتِي :
عاشِق عِشقَ منجهؤن اُڃنگاري.

۳۳ – هَرٽيُون ڪِيرُ پيارڻ آيس،
ڪِر هَٽِ دانهن ڪري سَپ ڪانيَس،
ڪوڪن ساڻ ڇَپَر سپ ڇانيَس،
ڏُونگر ڏکَ منجهاروُن گهايَس،
ڇُلنگيون عشقَ ڏکن ٻُٽ لايَس،
ٻَالهيون ڪيچ ڪيچيڙن ٻَايَس،
ٻَر ڪي ٻِرهون بازر پايَس :
حِجَر ٻَاريَس ساڻ هُوڪاري.

۳۴ - هَي هَي هوتُ ڪري وِيس هولِي،
تنهن محبت ٻاروچي جِي ٻولِي،

ڏونگر ڇُبوُن پاين ڏولِي،
ڪوهيارَل ڄِي ڀانِهي ڳولِي،
ساٿي پَٻِ پِرينءَ جي ڦولِي،
تنهن تا جانبَ تان جِند گهولِي،
روئِي ڪيائين ڇَپَرَ ڇولِي،
سَنگ ڄِي راهه ڪيائونس سولي :
نيندس ڪيچي نالِ قطاري.

٣٥ - منجهوُن نِينهن هنيائين نعرو،
سُٽندي سير سڙي ويو سارو،
منَ ۾ محبت وِڌس مارو،
ڪيائين واري اتي وارو،
اَندرؤن عشق ڏنس اوڀارو،
ڏيئِي مَٿي سَنگ سَرارو،
ڪائين مانَ ڏسان ڪوهيارو،
محبت ريءَ آهي منهن ڪارو :
”سچيڏنا“ ڪونہ سنياري.

٣٦ - مٿي روهه چيائين روئي،
هيءَ ڪَلَ ڪوهيارلَ ڏئي ڪوئِي،
عاشقِ تنهنجي عشق اندوهِي،
محبت مَنجهه هَلاڪِي هوئِي،
لڳِي لالَن تا لَڙهه توئِي،
توڙؤن سُورَ وِڌائين پوئِي،
ساڻِي تيُس ”سچيڏنا“ سوئِي،
جانبُ آهيس ڄِيءَ جو جوئِي:
قادِرُ ڳڏُ تَنهين سان ڪاري.

٣٧ - هيءَ جا هِنيَڙي ٿي حيرانِي،
محبت ماڌُ ڪَئي مَستانِي،
دلبر ڪاڻ هئي ديوانِي،
باقِي نِينهُن رهيُس نِيشانِي،
ڪيَڙي فوج فِراق جي فانِي،
ڪيائين ساھ سَرِيرُ قرباني،
گڏبُس شالَ جَبَل ۾ جانِي،
ٿيندُس رَحم اُتس رحمانِي :
آئِي هينؤن نِينهن نغاري.

٣٨ - محبت محبوبن جي ماري،
ڪا جا باھ ٻاروچَلَ ٻاري،
ڳالهين ڪيچيڙن جي ڳاري،
ڪيائين جانِبَ تَؤن جِندُ واري،
منجهؤن ذوقَ چيائين زاري،
هِيءَ دل آهي سجڻ تَؤن واري،
ڪُوڪان ڪوھ ڪري ڪوهياري،
توڙي وِرِھ ڪئي ويچاري :
راتيان ڏينهان گهنگهر گهاري.

٣٩ - مٿي روھ ڏسو سا رَمڪِي،
ڪا جا عِشقَ چَڪايَس چَمڪِي،
ڏسِي سُجَ نہ دم پر ڏمڪي،
محبت مُور نہ ڪامِڻ ڪَم ڪِي،
گوندر وِچ گُذاري غَم ڪِي،
هاديءَ جانبَ سان نئين جَمڪِي،
تنهن تان تانگهہ نہ تِر هڪُ تَمڪِي،

مٿس وڄُ وِرِهَ جي چَمڪِي :
تنهن جي شور وِڏي شوڪاري.

۴۰ - چڙهندي چُنج نہ عاشق اَڙڪِي،
ڪا جا فوجَ مٿائنس ڪڙڪِي،
لِڳي لعلَ پُنيءَ سان لڙڪِي،
لِڳيس باهہ بِرهہ جِي پڙڪِي،
جوهَر جوشَ سَجَڻ جي جهَڙڪِي،
رنجيءَ روهہ اُتوُن جا رَڙڪِي،
سارو سَنگُ پيو سَپ سڙڪِي،
ٿَڪرُ سپ پيو تان ٿَڙڪِي :
اهڙو سوز هلِي سينگاري.

۴۱ - جانِبَ ڪاڻِ چڏيائين جايُون،
فوجان عِشقَ اڳيانئُس آيُون،
ڪلان ڪوهَ سَنديَسِ ڪَهڪايُون،
سيئي وِرهہ وِساريُس وايُون،
وجي خاڪَ لِڱن کي لايُون،
تنهن جي سوزَ چِپَر سپ چايُون،
روئِي روهِ ڏنائين رايُون،
پيان پبِ چڙهي جَڻ پايون :
اهڙو عشق هَلي اختياري.

۴۲ - چِپَرُ ڪا نہ چڏي سا چوري،
جنهن تان گهوٽَ اُتَوُن جِندُ گهوري،
جا ڪِي پورَ پرين جي پوري،
هيڪَل هوٽُ نِهاري هوري،
ڳولي تَنين جنين ٿَر ٿوري،

لُؤن لُؤن قابو لڳيس لوري،
هُئڙس جهورَ برابر جهوري،
تنهِن جي هٿ سڄڻ جي ڏوري :
اِنهيءَ ڳالهه وِڏي سا ڳاري.

۴۳ - آهي ريءَ عجيبَ اُٻائون،
اَچي شالَ ڪوهيارل ڪاڻُون،
جنهن سان لوهِ لڏيون هُم لائوُن،
هَي هَي جَت وني ويا جاڻُون،
تنهن تان ڏَس پُڇي تِي تاڻُون،
ننڊر هيءَ جا نال نہ نِياڻُون،
تنهن جِيون زِيلان هُت سُياڻُون،
هِهڙُس ڏونگر حال ڏنائون :
ويچاري تِي تونگِ تنواري.

۴۴ - موتي چاهه پرينءَ جي چائِي،
تَنهن ڪا ڳالهه محبت ڳائِي،
چِپَر سَپ ڪيائين چائِي،
ڏاڍيءَ تِڪَ تَنهين جي تائِي،
”ويجهي آيس“ هُئڙس وائِي،
روئِي روهه ڏنائين رائِي،
گهِٽِن منجهه قلم گُهمائِي،
تان تان اوڏي وَسئون آئِي :
آيُس مُحبُ اڳيون منهن پاري.

۴۵ - ڪُونجن هَٿ مُڪائين روئِي،
دانهن ڏوگهه منجهاروُن ڏيئِي،
سا تان ڪَنِ سَڄَڻ جي پيئِي،

اُتي هليا هوت هَنڌيئِي،
جانبَ جِيءَ گُهريا هَسِ جيئي،
آيس سَڄَڻ پاڻَ سنجهيئِي،
جن جي ڪاڻ ويچاري ويئِي،
وجي ڪيچ اُها ڳل پيئي :
پنهون پِريَن گڏيو غم ٽاري.

۴٦ - سسئي جامُ پنهون هڪُ هو تان،
ڪامِڻ جانب ڳوليو جو تان،
ساڳي پاڻ پنهون هئِي سو تان،
پجي هيءَ ڳجهارت ڪو تان،
ڇاجي ڪاڻ ڪَرين ٿِي ووءِ تان،
ڇپَر ڳولي ٿِي سا ڇو تان،
”سچو“ دَست دُوئِيءَ کان ڌو تان،
ساڄَنُ ڪيئن صَحِي ڪَيو تو تان :
پَر جي عشق اَچِي اوجاري.

۴٧- آهي ”ڪُلِّ شَيءِ“ سو هادي،
”خَلَقَ الْاَشْيَاءَ“ ڪؤن آبادي،
”وَهُوَ عَينُها“ ٿِي آزادي،
واندِي غير ڪَنوُن هيءَ وادي،
لَٿا شَڪ شُبها ٿِي شادي،
”سِري سِرهٗ“ ٿِي اِمدادِي،
جنهن کي سَمجهه تنهين کي تَعدي،
سوئِي مَرد نہ آهي مادي :
سَڀ وِچ صورتَ يارَ دي پياري.

٤٨ - پَنهنجي پاڻَ ڪري تو وائِي،
تنهن تان ڳالهه اها ڳالهائِي،
ڪافر مؤمن صورَتَ سائِي،
انهيءَ رَمزَ ڏنائين رائِي،
جانبَ ڏسُ ڏنو هي جائِي،
"فاَيْنَمَا تُوَلُّوا" آيتَ آئِي،
ٿيڙو اَڄُ بَهاني يائِي،
اَحمد وحي هِڪو هِڪ هُئائِي :
"احمد" "اَحد" هُئا اِسراري.

٤٩ - "عَرفتُ رَبِي بِرَبِي" آيت آئِي،
نوبت "اَنَاالْحَق" وڄائِي،
"اَعظمُ شَانِي" رَمز رلائِي،
ڪِيَرّي "لَو ڪَشفَ" اُجرائِي،
"يَسمَعُ يُبصِرُ" آهي هِڪڙائِي،
"بِلا مِيم اَحمدُ" اِها وائِي،
"اِني اَنَا الله" آگاهِي،
هُئڙي صُورت هِڪ سيائِي،
سوئِي بندو سو مولائِي،
سوئِي هيٺ سو بالائِي :
عالَم اَللهُ مون اِظهاري.

٥٠ - ظاهِر سِڄُ تہ سِي ڪنهن جائِين،
هيءَ پِي رَمز تون دل سان لائِين،
تون تان آئينو ٿي آئِين،
پنهنجو پاڻ ڻي ۾ مُنهن پائِين،
"مَين" کي چوڙ تہ ٿِيون "سائِين"،

يولو مور نہ هن ۾ پائِين،
توکي صَحِي سَچ سُڻائِين،
ڪا شَي ناهي بِنا حق ڪائِين،
”ڪُلُ شَيءِ ناطِقٌ باالحق“ ڳالهہ اِهائي ڳائِين :
هَر جا پاڻَ غَنِي گُفتاري.

# نوري

## داستان پهريون

١

تون سَمو سردار، آءٌ ميئي مهاڻي آهيان؛
تنهنجيءَ شفقت مِهر جو، آهي ڪو نہ شُمارُ؛
گنديءَ گاندَر گهر ڪان، ڪيو ساري عالم عارُ؛
مٿي تَنهن مَدارُ، تو ساريءَ ڪينجهر رکي.

٢

تون سَمو سائين، آءٌ ميئي مُهاڻِي آهيان؛
مون لَج رهائين، جو پَلءِ لڳيس تانهنجي.

٣

آءٌ ميئي مُهاڻِي، تون سَمو ساري سَر جو؛
قرب منهنجو ڪهڙو، ڄاڻيو تو ڄاڻِي؛
ڪارِي سرِ ڪنيم تي، ڇِڇيءَ، ڪِڪِيءَ هاڻِي؛
راجا تنهنجي راضَ سان، تيس راڻِنِ جي راڻِي؛
تو سَما سِيباڻِي، نہ تہ هيس بيهودي بڇڙي.

٤

ڪلسا ڪلوري، ڪِنَ ڪالورا ڪينجهرين؛
پيهي وجي پَن ۾، ڪَنِ ٻُڪين ٻُوري؛
روز تنِي، ڪي راوَ ڏنهن، تيا چانور آئون چُوري؛
جي هيون اڏوٻَنڌ ۾، سي ڪن ڪپڙا قصوري؛

هيٺ مَٿي ٿَن ٿي، ڍڪيون سالان سموري؛
واسِيا وٿَن ويسَ ۾، هُيَن ڪُهنبي ڪَٿُوري؛
ڇِڇِيءَ ڪِڪِيءَتارِ جي، سي اَپَر عَطوري؛
ٿِي مُلڪين مشهوري، سَمي جي سُهاڳِ جِي.

۵

پيرَ آئون مُنهن نِيرا، پاٽيءَ پوندا جَنِ هِٿا؛
سي اڄ ٻَڏيو وتن سِرَ تي، چاهه منجهؤن چِيرا؛
ماڻِڪَ موتي مُنهَن تي هٿ تَنهين هيرا؛
ڪاتَ سيئِي ڪِيرا، سُگهَڙ سَمي ڄامَ جا.

٦

وَهين وَهلَ لَپيُون، ٿي پيٺ پاريا تنِ جا؛
ڏنيون ڏُٺ ڏُپَ جون، ٿي جهَٻيرن جهپيوُن؛
ڪِڪيءَ خاطِر ڏَٻيريون، ڏُٻَن منجه ڏپيُون؛
جي ڪائِن پَٻڻِ پَپيون، سي چُوريءَ تي چَريون ٿيون.

٧

جي جهاڳيون وتَن جهاڳَ، ميئون ڪارڻِ قوتِ جي؛
سي اعليٰ درجي آنديون، سَمي جي سُهاڳَ؛
مَنچِر مَها وچ ۾، ڪَن رنگيليون راڳَ؛
هُئا حال جنين جا هِهڙا، تَن تي پلي ڪيا ياڳَ؛
ڪينجهُر ٻن ڪنڌين جي، ٿي هٿ اُنهن جي واڳَ؛
هِيرا ۽ ياقوت ٻيا، اَڄ اُنهن وٽ اَجهاڳَ؛
ٻيا پِي لَڪين لاڳَ، تنهن ڏُليُن ڪي ڏيئي ڇڏيا.

٨

بيحد پگوڙيون، هُين ڊولِ نہ ڪنهن ڊونڊيون؛
ناپِي ڏُٺ آئون ڏُپَ جون، ڪن خرارين ڪوڙيون؛
ٻُوريءَ ڦرها ڦَريون، اڇن ملاحيون موڙيون؛
جوڙيون سپ جوڙيون، ڄامَ تماچيءَ تن جون.

٩

ڊولِ نہ ڪنهن ڊونديون، پَر هُيون سَمي جي سهاڳَ تي؛
ڪينجهر سنديءَ ڪنڌئين، ڪَنَ ٿوريون آئون ٿونديون؛
ڇِڪَ جيهون چونديون، ٿو ڄام وهاري وَٿِ ۾.

١٠

هُيون لَڳين ليڙيون، مُنهن نہ موچاريون؛
سي ٿو ڄام وهاري وَٿِ ۾، ڪري ملاحن ميڙيون؛
ٿو پڳيون جوڙائي ڏئي، ڀَهڳڻ تَن ڀيڙيون؛
ونن ماڻِڪ موتئين، تنهن ڪؤن جهَبيون ۽ جهيڙيون؛
توڙي اِهڙيون اَويڙيون، تہ پيِ سَمي ڄام سُهائِيون.

١١

جَن تي پالِيا پيٺَ، ڪُمنَ ڪالورَن سان؛
سي تا تيل ڦليلَ سان، ٿيون مَلائِن ميٺَ؛
ڄام جواهِر جي ڪري، ٿو اُنهن پارِ اُميٺَ؛
ڪَئي لاڪِيڻي ليٺَ، سَمي مير مُهاڻن ڏي.

١٢

هئا وڏا جَن تي ويلَ، ٿي قوت مِليُن ڪين ڪِي؛
خاصين سي خوراڪن تي، تان ڪَن مُهاڻيون ميلَ؛
مِڙي جُهڙي پاڻ ۾، ڪن سيلابين سيلَ؛
پوءِ لاتا ڄام لُطف سان، زبونِن تَؤن ذيلَ؛
تن سي تيل ڦُليلَ، اڄ عطر ڳاڏڻَ اوتيا.

١٣

جَنهين اَڌوبَنڌِ، هُئي عُمر سَيائِي اِهڙي؛
سي سَمي جي سُهاڳ تي، آيون ڏاڍي اَنڌِ؛
تنين جي طولان جيون، پيون هاڪان هنڌو هنڌِ؛
ڏُلِيون ڏوليين چَڙهيون، پيرين پَوَن نہ پنڌِ؛
سَپِ اَنداميين سَنڌِ، جَڙيون جواهِر ۾.

١۴

چولِيون جَن چِڪِ هُيون، اَڄ ٿيون لالين لائُو؛
جُتيون جَڙائو، پايون وتَن پيرَ ۾.

١۵

نوريءَ نادرڄامَ کي، ڪي چَڪايون چاٽيون؛
تنهن کي ڏسڻ سان ڏياريون، ڪنهن ڦِڪَل ڦيراٽيون؛
وٽان سو واٽيون، ته ڏٺي ڏهاڙي اُن کي.

١٦

هون مَڪَ هِڪَ تُرارُ، چار تُرارا موتِئين؛
تنهن برابر نہ ڏيان، توڙي ڏين جال جَوهارُ؛
جو پلءِ پِيڙو هھڙو، مهاڻِيءَ مَٽيارُ؛
تنهن مَرُ ڪينجهرَ يَرِ ڦرارُ، جنهن ڄارو ڄام ڪُلهي ڪنيو.

١٧

تارازيءَ ڄِي توري، مَڪ موتِنِ تي نہ ڏيان؛
ٻيٽا ٽيٽا نہ وٺان، توري نہ توري؛
گهوري آءٌ گهوري، جو ڄارو ڄام ڪُلهي ڪنيو.

١٨

مَڪَ برابر نہ ڪريان، ماڻِڪَ موتِنِ ساڻُ؛
سَمو ڄام سُڄاڻُ، جنهن ڄارو ڄام ڪُلهي ڪيو.

# داستان ٻيو

١

مَٿي جَن مُوڙا، هئا ڄارين ڳنڍئين ڳوڏڙئين؛
ٻئنسر ٻئينان زر جا، تن جهاٻا آئون جُهوڙا؛
جَن ٻانهين ڪُلهين ڪِين هو، تَن چُوڙِ تائين چوڙا؛
سمي جي سهاڳ سان، تن ننگن نپوڙا؛
ڪوڙيون ۽ ڪؤڙا، سچا سمي سپ ڪيا.

٢

رنگ ڪاري روُيون، هيون مٽني مَلاحَن ڄِيون؛
سي ڪنيون ڪارَن ۾ آچن، دَرا ۽ ڏُويون؛
جِت بيحد بدبُويون، اُت الله عطر اوتيا.

٣

هڪ دَرا ٻي ڏُوءِ، پيون ڳوجان مارنِ ڳانگٿيون؛
تَن مون ڪِڪيءَ جِي اَچي، برابر بدبوءِ؛
اچي مُشڪ عطر جي، آج منجهانئن خوشبوءِ؛
رنگ سوني جِيءَ رُوءِ، صورت انهين سُوهٽي.

٤

منهن مِٽيءَ ميريون هيون، بيهوديون ٻچڙيُون؛
ڳَهِڻ ڳَهِڻ نورِيءَ ڳَهِنڳِرو، چِم چِم ٿيون چيريُون؛
سمي پاڻ سهاڳ ڏئِي، هِي جي هُنَ هيريون؛
لوهاٽِيون لوريون، پارسَ لڳي سون ٿيون.

٥

پارس لڳي سون ٿيون، لَوهاٽيون لوريون؛
جَهلَ جهُڳَن ڪي ڪانہ ڪا، وَريون ۽ ويريون؛

محلين رَهن ميرَ جي، مُهاڙيون ميريون؛
سمي ڏنا سُهاڳ کي، سَهجَ ۾ سيريون؛
ڪوجهِن مان سهٽيون ٿيون، جهٽ پَٽ جهٻيريون؛
تماچيءَ تيريون، ڪينجهر جون ڪِنيون ڪٽِي.

٦

مُنهن مِٽيءَ ميرا، هئا بيهودا بچڙا؛
سمي جي سُهاڳ تي، ٿيا گاندرَ گُنيرا؛
ڏسو ڏهاڙي ڏئي، ٿو در تنين ديرا؛
ساجهُر سويرا، تا کائِن طعام خوشيءَ سان.

٧

تَرڪو جَن تَريون، ٻيا ڪونئر ڪُڙهيون ڪَچ ۾؛
تَن اَڄ لَڙهان لَڙڪن موتئين، ٻيون سنديون سون سريون؛
زيور اَئون پازيب ٻئا، زري بافَ زريون؛
ڪِينجهُر ٻئِي ٻَريون، اُنهن کي انعام ٿيون.

٨

جَنين ڏُوءَ دَرا، ڪَچين ڪُمَ ۾ ڪُوٽيون؛
سي مٽي پيرين بَرهنہ، هئا گانڊرَ سَئُ گرا؛
اُهي پاهان پاڻ پَرا، ٿيا سمي جي سُهاڳ سان.

٩

جي ڪونئر پَرن ڪُمَ، تن ناتو ناپي سان هئو؛
تَرِن جا تن تار ۾، ٿي رَوان ڪِيا رُمَ؛
پوءِ اچي تماچيءَ ڄام جي، پئي در تنين جي ڏُمَ؛
جي هئا گوشائت گُمَ، سي پلءِ لڳي پَڌرا ٿيا.

١٠

ٻِهَ ڏوڏا جَن ڏاڄُ، قوت جنين ڪُمَ ڪوٽيون؛
انهن جو اَحتياج، ٿو تماچِي ڪيڏو ڪدي.

١١

نہ ڪنهن رُوءِ نہ رنگ، هئا بيهودا ٻُچڙا؛
اَڄ پڻ انهن جي ٿيا، پيرن هيٺ پَلنگ؛
مِياڻيون معافي ٿيون، نہ اَبوابَ نہ اَنگَ؛
پَٽُ اوڍين اَڙٻنگ، سي سَمي جي سُهاڳ تي.

١٢

پوءِ ڪِيُون لَسَ پَلا، تي مُهاڻن ماريا؛
لَکَ هزارين حاڪمين، ٿي ڪاڏا تَن ڳلا؛
ڪُڙهِيون جن ڪَنڌن تي، سي ٿيا لڳي پاڳَ پَلا؛
دمڙي تَن نہ دَستَ ۾، هئا نهريَل ڪين ٽَلا؛
اَڄ مَيئن جي گهر مالَ جا، ٿيا ٿَر ٿَلا؛
پَر هُيڙي اڪڙين ۾، ڪا جا مِيَي ڪَلا؛
ڪينجهُر ڳهُمن لاڏڪِيون، ڪَيون رسَ ڪَلا؛
اڳلا جي سَڳلا، سَمي نانوَ سُجاڻيا.

١٣

حَريران ۽ حُلا، ڏنا ڄام تہ ڄارِنِ وارئين؛
جي هيون اَڌو ٻنڌن ۾، تَن چوتِيون چُوڪُلا؛
ڪينجَهُر سَنديءَ جاءِ تي، تن بنايا بَنگلا؛
اڳلا جي سڳلا، تا سَمي نانو سُجاڻيا.

١٤

ڪينجهُر سنديءَ ڪَنڌئين، رهن پريون جي پَيُور؛
تن ميئن متي آئيا، سالو ۽ سالُورَ؛
چڙهيو سا چَؤڏول، تي حُڪم هلائي حُورَ؛
راتو ڏينهان راءَ جا، ٿيا مَلاحين مَذڪور؛
سي حاضر منجهہ حضور، وهن تماچِيءَ ڄامَ جي.

١٥

تون سَمو سرتاجُ، آءٌ ميئي مُهاڙي آهيان؛
لاڻئي پنهنجي لُطفَ سان، اسان کؤن اَحتياجُ؛
کينجهر سارو تو ڪَيو، مون مييءَ سندو محتاجُ؛
تنهنجو مون ڏنهن راج، مون ڪيهي ڪاڻ ڪُڙم جِي.

١٦

لانگوٺيون لاشون، هيون وَهَ وَهلَ جي وچ ۾؛
سي پلءِ لڳي پوءِ ڄامَ جي، ٿيون خوراڪين خاشيون؛
لَعلَن ياقوتن جون، وَٺن ڪينهن ڪَماشون؛
جن پاسا هِريل پَنِ تي، ٿَن فرشين فَراشون؛
تا پِي تماچيءَ ڪي، ڪن طرحين تلاشون؛
روءِ هيون راشون، پَر سمي ڄام سُهاڻيون.

١٧

هئا خامَ خسِيسَ، ڪينجهُر سنديءَ ڪَنڌئين؛
سي مورائو مَڇيءَ جا، هَمه ڪُل حريصَ؛
تڏيون تنؤريون تن ڪي، پاڻاريون سپ پِيسَ؛
جڏهن ٿِي تماچيءَ جِي، ميئَن سان مجليسَ؛
سي سون رُپي سرسا ٿيا، لَٿن هڪ ٻئي جي هيسَ؛
واتين ڪري ٿو اُن جِي، هر هر ڄامُ حديثَ؛
مهرَ آئون شفقت جي، ڏئي اُنهن کي آسِيسَ،
تَن سان ڪير ڪَريندو ريسَ، جي سَمي ڄام سُهاڻيون.

١٨

جن واتين وَهُ وهَلَ، بانس آئِي ٿي ٻُچڙِي؛
تَن ويهاري وَٺِ ۾، ڪيا شاهه شُغل؛
اُهي چڙهيا پالڪئين، آهي سپُ سَهَلَ؛
جتي جهَٻيرن جهوپڙيون، ٿيا ماڙيون تِت مَحَلَ؛
سمو ڄامُ اَنگلَ، اَچيو اُنهن سان ڪَري.

١٩

چچيءَ جي هُئي چَٺ، تي آئِي عام خلقَ کي؛
وَهِ وجائي وَهَ ۾، ميئي مجائي نہ مَٺ؛
نوري جام تماچيءَ سان، کِلي چڙهِي هُئي کَٺَ؛
سر لاڃو سَرپَٽ، مَلاحِڻَ مشرو ڍِڪيا.

٢٠

جنِين ڦاٽوڙيون هيون، گنديون گودڙيُون؛
تَن پيريون بافتن جيُون، جُنگ ڏئِي جوڙيُون؛
اُجليو اُنهن ڏي وجهي، سون رُپو روڙيُون؛
پانوَ پاسي ميَي جي، ڦناتان کوڙيُون؛
گهوڙا ۽ گهوڙيون، تو وينو ڏيهاڙيون ڏئي.

# داستان ٽيون

١

نوريءَ ڪيو نازُ، ٿِي ريجهائي راوَ کي،
نِت نِت ڄام نيازُ، تو اَچيواُنهن جو ڪري.

٢

تون تماچي ڄامُ، آءٌ ميئِي مُهاڻِي آهيان،
ڏنو تو آرامُ، ڪينجهر ٻِن ڪنڌيُن کي.

٣

تنبوءَ جي طَنابَ، اچ ڪُتي ڪينجهُر ڪنڌئين؛
ناد وڄن ٿا نادِري، ٻيا پِي رودَ رَبابَ؛
ڄِتي ڪِڪيءَ ڪوڙَ هئا، قيما ٿِت ڪبابَ؛
وَتن مُهاڻا مستُ ٿيا، ماڇِي بي مهابَ؛
تَن تؤن سڀ حسابَ، موراڻِين معاف ٿيا.

٤

پَلَئہ مون پاتوءِ، تون راڄا لَڄَ رَهائيين؛
سَما سُڄاتوءِ، ڪاملَ پنهنجي قُرب کي.

٥

ڏُٿُ ڄَنين ڏوڏا، پَهرڻَ پاٻوڙا تَنين؛
پينا وَڄن تن جا، گَپَ اندر گوڏا؛
سو پَٽَن جي پينگهُن ۾، تن لالُ ڏئي لوڏا؛
اُهي آڻيون اوڏا، تو وير وهاري وَٽ ۾.

٦

كوجهيون رنگ كاريون، منهن نہ موچاريون اُهي؛
سي كڍيو كالورن ڄِيون، سِر كٽَن كاريون؛
كيئي كٽي اُن جيون، ٿو تماچِي آريون؛
سي اَڄ سالون ڊِڪِن سِرَ تي، كُلهين كِيناريون؛
زور چڙي زاريون، ٿو تماچي تَنِ كي كري.

٧

لاڏكيون لاڏ لُڏَن، كينجهر سنديءَ كَنڌئين؛
كاريون ٽِيون كُڏَن، سَمي جي سُهاڳ تي.

٨

ڏُلِيُن كي ڏولئين، ڄامَ تماچيءَ چاڙهيو؛
لَعلان زمردَ تَن ڏئي، ٿو جواهِر جهولئين؛
زريءَ كَلاباتَ جا، تَن چِكَمَ تي چولئين؛
چِٽكائي چولئين، هيرا لَكان لَكنئين.

٩

هئا لانگوٽِيا لَول، كوجها كنهين نہ كَم جا؛
تَڏي مَڏي كانَ تَن، سي كَن جهَروكين جهُولَ؛
فَرش فُروش اَئون غاليچا، ٿو ڏئي تَنين كي ڻُولَ؛
مَڏيون مال ڏسي اُهي، غمزا هٽن غُول؛
قَدرُ تَن كي كهڙو، جي آهن اولَجَلُولَ؛
پيا اِهڙي منجهہ اَلُولَ، تِن ڄاريون ڄار وساريا.

١٠

كؤنر جَن كُڙهيون، هُيون هميشه هَٿ ۾؛
سي لوڙهن جي لَڙهہ لءِ، ٿي لُڙئي منجهہ لُڙهيون؛
جهُڳَن جهَل نہ اُن جي، كونتلَن كُڙهيو؛
كي وَتَن چيك چُڙهيون، كي تازي طَويلن ۾.

١١

هُيون لَسَ لانگوٽيون، پاڻِيءَ پوندي جن جيُون؛
تَن مِياڻيون معافِي ٿيون، ٻِي ڄَر سَيا ڄوٽيُون؛
اُن جون ڪٽي ڪيتريون، ڄام سَمو ٽوٽيُون؛
جو ميئون ريجهائي راوَ کي، ماڻُن سان موٽيُون؛
گريون جي کوٽيون، تہ پِي پيون پلئہ ڄامَ جي.

١٢

ٿي پُڻ هُوءِ هُپيون، پورهيو ڪَندي پَن ۾؛
لِيڙَ نہ جن لِڱن تي، ٻاهين ڪَنين ٻُٽيون؛
پَلئہ لڳِي پوءِ ڄامَ جي، ڇِيهن ڪانءُ ڇُٽيون؛
اُنهن لانگوٽِنِ لُٽيون، ٿي مُهران لَعلان لاڏَ سين.

١٣

بيهودا بي آب هئا، اڳِي ڪينجهُرَ ڪنڌئين؛
پَلئہ لڳِي پوءِ ڄام جي، ٿيا تنهن جا جوڙَ جوابَ؛
ٻِيا سَڀِ حرفَ حسابَ، مَلاحَن معافِي ٿيا.

١٤

پيرين اُگهاڙي جي گهُميون، تن لڳيون سَو سُتيون؛
سانڍ جڙاوَ جُتيون، ٿي ڏنيون تماچيءَ تن کي.

١٥

مُهاڻيءَ مَرڪُ، جان تماچي ڦُريلُ ٿيو؛
مَتي ميِيءَ گلابَ جو، ٿو اوتي پاڻ عرقُ؛
ڪيائين ڪونہ فَرقُ، پاڻ گڏيائين گاندرين.

١٦

جَنِ مَون ٻُڇڙي باسَ، آئِي ٿي عامَ کي؛
تن سان سَمي ڄامَ جا، ٿيا ايڏائي اِخلاص؛

ٿي عامَ نہ ڏنو جن ڏي، سي ٿيا خاصاً خاصُ؛
عطر عَنبير ڪچور جا، اُهي وَڳين ڏيَن واسَ؛
لَڪين ڪن لباسَ، زريءَ آئون زَرباف جا.

١٧

تون سمو سُلطان، آءٌ ميئي مهاڻي آهيان؛
تون مون ڏنهُن مِهربانُ، مون ڪيهي ڪاڻ ڪُڙم جِي.

١٨

ڪَڍيو ڪالوڙا، ٿي آنڊئون اَڏوبَنڌ ۾؛
جن پيرين لِتَر ڪونہ هو، سي ڪن جڙائو جوڙا؛
تن مُهران سون سَمو ڏئي، ٻيا رُپي جا روڙا؛
ڏيهن ۾ ڏوڙا، ٿئا سَمي جي سُهاڳَ سان.

١٩

ٿِي لانگوٽِين لوڙَ، پيو ڍويو ساريءَ ڍَنڍَ ۾؛
ناپي ۽ ڏُٿ ڏَٻَ جا، آڻيو ڪَنِ اَروڙَ؛
تتي مُشڪَ عطَر ٿيا، هئا جِتِ ڪِڪيءَ جا ڪوڙا؛
سي ڪن ڪِينارئين ڪپڙا، ٻيا جواهِرَ جوڙَ؛
مَٿي ٻَنديءَ موڙ، گهِڙيو تماچِي ٿَن ۾.

# داستان چوٿون

١

مَکَ برابر نہ ڏيان، توڙي پَرين موتئين ماڻِ؛
جو مون ڪميڻيءَ ڪاڻ، ڄارو ڄامَ کُلهي ڪنيو.

٢

ڄامَ ڪنيو ڄارو، مُرڪِي مَلاحن جو؛
تيلهان مَکَ مٿي موتِن جي، ڏيان ٽِيڻو ٽُرارو؛
سپ ڪينجهر ڪنارو، مُهاڻن معافِي ٿيو.

٣

موتي مٿي مَکَ جي، وٺان نہ ٻِيڻا؛
پِي برابر نہ ڪريان، جي ٻيڻا ڪِي ٽِيڻا؛
اَسين تا هِيڻا، پَر ڄارو ڄام کُلهي ڪنيو.

٤

مَکَ موتين تي نہ ڏيان، توڙي هُئن پاتون پاتِ،
ڪوجهِي مان ڪَم ذات، پَر ڄارو ڄامَ کُلهي ڪنيو.

٥

پَلئي لڳِي آهيان، آهِيان اَياڻِي،
سَمي سُڄاڻِي، ڄرو ڄامَ کُلهي ڪنيو.

٦

هٿا ٿولا ڪين ٿوٿَ، پر نادر ڄام نوازيا؛
جَن ناپا لوڙهہ ڪَلور ٻيا، تي ڦَڪيائون ڦوٿَ؛
سي اڄ ڪِيا وَتَن خمارَ ۾، اَنئِي پَهرَ اَلوٿَ؛
ڪِينجهُر ٻِن ڪنڌيُن ۾، ٿيا لانگوٽيا، لَک لوٿَ؛
پينگهن آئون سُک آسڻَين، ڪَن جَهٻيرا جهُوٿَ؛
هِڪُ کُلهين ڪونئر سئيل ڪَن، ٻيا منهن لائِن منهن سُوٿ؛

ڇِڇيءَ ھاڻن چوٺَ، ڪيون مَرد مِياڻيون.

٧

جن تي ڦَڪيا ڦُٺَ، تيا ڪُلين قيمَن ھيروان؛
اَڄ تَن دُشالا سِرَ تي، بيون شالون ٻنڌَن ٻُٺَ؛
زمرد آئون ياقوت جِي، تي لَعلين ھيرين لُٺَ؛
سَمي سڀ معافِي ڪئِي، تَن ساٿِن تان سَٿ ڪُٺَ؛
لَتا ڏِيل اُنھن تَون، ٻي ڪُلِي ٽِين چَرَ چُٺَ؛
عيبَ ڏسِي عامَن جا، ڪيائين ڪان اُپَٺَ؛
اُنھن ڄامُ اُڪُٺَ، موتي ماڻِڪَ تو ڏئي.

٨

ھيٺ متي پوتِي، ماڳين مھاڻِن ڪي؛
پاڻيءَ پوندي تَن ھُئي، چِڪَ جيھِي چوتِي؛
اج ڳاندرِ سِر ڳلابَ جي، ٻي عطر عنبر اوتِي؛
مُنھن لَڳُس موتِي، تان جھولي ٿِي جواھِرَ ۾.

٩

ڄارو ڄام ڪٽي، تو مُرڪيو مَلاحن جو؛
زريءَ آئون زرباد لَئي، تِي ڇُڳير ڇَٽي؛
سَھجَون سون رُپا ڏِئي، ماڻِڪَ ميَي مَٽي؛
خِيما خوب قناتان، ھيجَون تِتِ ھَٽي؛
ڳاٽاتي نہ ڳٽي، ڏي جالَ جواھَر تَنِ ڪي.

١٠

تماچِي طُرا، تو سڏيون ٻڌائي اُن ڪي؛
سي شوق وَتن شِڪار تي، ڪنيو زور زُرا؛
ڪُڌائِين ڪُرا، سي ٻنھي ڪِينجُھر ڪَنڌئين.

١١

راتو ڏينھان ڏِپَ، ھو مَرَڪُ مَلاحن جو؛
تي ٻوڙيون وَھَ وَھل ۾، ڪئِي جَھٻيرن جھِبَ؛
ھو روز جَنين جي رِبَ، سي اَڄ ڪُلين حلون ھيروان.

١٢

مُهاڻِيءَ جي من ۾، نہ هو گِيرَبُ نہ گاءُ؛
نيئن سان نازَ ڪري، ريجهايائين راءُ؛
سَمو سَيِنِي ڪانءُ، وَني ويني پاڻ سان.

١٣

هُئِي ويني بازر وچ ۾، هُئا هٿ ڪِڪِيءَ هاٿَس؛
دَرَن ڪاڻ دُبَن ۾، تي يَنَ وِڏا ياٿَسِ؛
هُئي مُهاڻِي ماٿَسِ، پر هِن سان ڪَرم ڪَريم ڪيو.

١٤

ٻيون پِي چار چُري هَليون، ٻڌي دعويٰ دانايُون؛
”هلي تہ ڪِڪيءَ ڪوڙ سان، ڳَچ ڪِي ڳالهايُون؛
مضمون چا هي مَلاح جو، جنهن سان راءُ ڪٽي رايُون!“
نوريءَ اڳِيون نازَ مَون، جڏهن چِٽِ اکيون چايُون؛
تڏهن سُهمجي سايون، ٻوليندَيون ٻاتِيون تيُون.

١٥

لَٿو لانگوٺين جي، پَکي جامُ ڄُلِي؛
مَنَهن مَنَهَنِ پيون مَسندان، جهُڳي پاس جهُلِي؛
ماڻِڪَ ۽ موتئين، چولِي چولِ چُلِي؛
ڪِنجهرُ سي ڪُلِي، جَنِ اَصليءَ ڪنؤن اَهڙو هئو.

١٦

فارغ ٿِيَن نہ فِراقَ ڳؤن، ويجها ڪين وصالَ؛
ڳُم ٿِيڻ ڳؤن ڳم ٿِيا، نَڪا سُرت سنيال؛
اتي قِيل نہ قالَ، ”سچو“ صُمٌ بُڪُمٌ ٿيا.

# مارئي

## داستان پهريون

١

ساريَم اَڄ سَنگهارَ، جن ڏني مون ڏينهن ٿيا؛
سي لَڪَ لَنگهي پيهِي ويا، پانورَ منجھ پَنهوارَ؛
هَٽِي وينا پَڪڙا، هُتِ سُڪِ ٿي اُجَڙوارَ؛
جن جي ساھ سنيارَ، سي اَڄ پَنهوارَ پَري ٿِيا.

٢

اَجا ڪالهُون ڪالهَ، هُيس مارن گڏ ملير ۾؛
سي ڏينهن وِيڙا گذري، جَڻ منجھ خوابَ خيالَ؛
اڄ پرئين ڪنڌئين پڪڙا، جوڙي وينا جالَ؛
جن جي ساھَ سنيال، سي اَڄ پنهوارَ پري ٿِيا.

٣

تڏهن مُڪئون جيڪَر، مون ڏي خاصا خابَرو؛
لَهَڻ سُڌ سَنگهارِ جِي، نَڪو پانڌِي پنيائُون؛
پَر پَري شايد پنهوارَ ويا، جو سُڌ نہ لَڌائُون؛
پَڪا پانورَ ڪَنڌئين، نئين هيجؤن هَنيائُون؛
چِڏي مُلڪ ملير ويا، هُنَ تَرِ تيلهائُون،
اِئين اُتائُون، تہ هِت ڏَرُ ڏريجو ناھ ڪو.

٤

ڪڏهن ڏيھ ڏنامِ، ٿي ساعَتَ ساعَتَ سومرا؛
مارو ڪالھ ملير ۾، پَر پَري اَڄ پيامِ؛
آهِن ڪينَ اُنهن رِيءَ، اَڪڙيون ۾ آرامِ؛

سَدا وتن سِڪنديون، پَر سانيڻ سُورَ ٿيامِ؛
سي پُٽ ڪين وِيامِ، جَن سان ڳِرهيم ڳالهڙيون.

۵

جي هوند اُتيئي، هئا ماروئڙا ملير ۾؛
سُڌ لڌائون سِگهڙي، حال ٻُڌي هيئِي؛
پَر ٿَر چڙهي ويئي، جيڪُسِ وَسئن ويڙهيچن جي.

٦

پَنهوارن پيغامَ، جيڪَر مُڪا تَڏهين؛
پَر مون ڪان اَڄ پَري ٿيا، ويڙهيچا وريامَ؛
تيلهان مون ڏي نہ آيا، ڏنهن سنگهارَن سلامَ؛
هئا ملير مُدامَ، پر ڪو سانگِن اَچي سانگُ پيو.

٧

هِيءَ وَس چِڏيائون، هُن وَسِ ويا واهَٽِين؛
پَڪا پانورَ ڪَنڌئين، ٽئين عُمَر اَڏيائُون؛
پَٽي اوريان پَڪڙا، وجي هُنَ ٿَر هَنيائوُن؛
پانورَ سَنديون ڪَنڌيون، وجي اُتي واسيائوُن؛
چِڏي مُلڪ ملير جو، ويا ٿَريچا تائوُن؛
اُڪندَ جن آئون، سي اَڄ پنهوارَ پَري ٿيا.

٨

ٿيا پنهوارَ پري، آءٌ ڪنِ ڪي ڏوراپا ڏيان؟
اُنهن ٻاجهوُن مارُئِي، ٿِي مِيان هِت مَري؛
نئين قبَر ڪَري، ڪو اوڏي اباڻَن ڪي.

٩

جي پيڪَن پوءِ پيامَ، سي تا ڏکيا ڏينهڙا؛
هِيئَن نہ يائڻُ ڪا هُيَم، تا ڪي هيئَن ڪندامَ؛
پَرَ وجِي ٿرِ ٿيام، سي سُڌ لَهندڙ سومرا.

١٠

پري ڏينهن پيانِ، جيڪُس سانگِن کو سانگُ پيو؛
پکا پانورَ ڪَنڌئين، ٽرؤن ڏور ٽيان؛
هوند ڏوراپا ڏيان، پَرَ پَنهوار پري ٿيا!

١١

پَري ٿيم پنهوارَ، جَن وري وَرَڻُ نہ ٿيو؛
ڏيان ڏوراپا ڪَن ڪي، ٿيا سِهج ڪاڻِ سنگهارَ؛
عُمَر اُبائون آهِ مون، جو دم تَنهنئون ڌارَ؛
اُهي اَجَڙوارَ، مانَ مِلائي مُون ڌَڻِي!

١٢

پَرئين ٿَر پنهوارَ، جيڪُس وڏو وچِڙُ ڪري ويا،
ڪڏهن ايندم اوڏڙا، سومرا سنگهارَ،
رڻُ چِڏي ريبار، مَن ڪَرن مهڙ ملير ڏي!

١٣

پانورَ پاس پيا، وڏا ڏوٿِن ڏينهَڙا؛
ٿانهر وجي ٿَرَ ۾، ٿَريچا ٿيا؛
لَنگهي ملڪ مَلير جو، ويڙهيچا ويا؛
عُمَر ايڏي پَنڌ تي، ڪنهِين سانگ نِيا؛
قادر شال ڪِيا، مون کي ويجها واهَڻِين!

١۴

اَٿم سارَ سَندين، پَرَ اَڄ پنهوار پَري ٿِيا؛
مشڪل موٽَڻ تَن جو، جي هي لَڪَ لنگهِينِ؛
وري هيج ورينِ، جي سانگِنِ کو سانگ پيو.

١۵

جي لويُون ڏِکي لوءِ، ڪڏهن اِيندا ها اَجڙي؛
اَڄ هٽي پَکا پانورين، عُمَر وينا اوءِ؛
تَن پنهوارن پوءِ، موٽِي اَچڻ نہ ٿيو.

١٦

جي هُوند اُنهِين جاءِ، هِئا اَباڻا اوڏڙا؛
تہ هِنئون اَچي وَسَ ڪِيا، تَن منهنجي اَچڻ لاءِ؛
پَرَ اُتَن عِتاب نہ آءِ، جي توري ٿرِ چَڙهِي ويا.

١٧

جي اوڏا هوند هيامِ، ماروئڙا ملير ۾؛
تہ پڻ پيغام فراقَ جا، مارُنِ ڏنهُن مُڪامِ؛
پَرَ پَرئين ٿرِ ٿيامِ، ناهِ عِتاب اُنهِن تي؛

١٨

لنگهي مُلڪ مَلير جو، ويا پَرئين ڏيهِ پنهوار؛
تَن موٽي اچڻ جِي نہ ڪئِي، اَي سومرا سردار؛
هاڻي ساريو، هِتِ سَنگهار، ڳچَ هِنيانءَ ڳريو پَون.

١٩

ٿيا هُون ڇَڏيائون، نہ جاڻان مُلڪ ملير جو؛
پَکا پانوَرَ ڪَنڌئين، نَئِين عُمَر اَڏيائون؛
اَنَئِي پَهَر اُباڻِڪِي، اُنهِن ري آئون؛
ڪو موٽي ڪائُون، مَنَ ماڻهو مُلڪَ ملير جو!

٢٠

اَڄ نہ حوضين هُوءِ، مارو نانهِ ملير ۾؛
ايندا هئا اَجڙي، ڳليُون ڳنيو ڳُوهِ؛
جيڪُس مِيان پَرَ جُوءِ، اُهي ويا ويچارا واهَڻِين.

٢١

عُمَر اَباڻي پارَ جي، فانِي ڪَيَس فِراق؛
جي هُئا ريجاڻين رَهاڪَ، تَنِ ٿرِ وجي تاڻا ڪيا.

٢٢

تي ڳڏ ڪيَمُ ڳُذران، جَنِين جهانگِيئڙَن سان؛
ڪاتي اَڄ اُهي ٿِيا، سومرا سُجاڻُ؛
ڪاتي پيس آءٌ اَچِي، آهِ اِهوئِي اَرمانُ؛

حَيرتَ ۾ حيران، آءٌ اِنهِينءَ تان آهيان.

۲۳

مُون جاليوسان جَنِ، موتِي تَن نہ پُڇيو؛
حالَ هِنَ جون خَبران، پيون، هُوندن کَنِ؛
پَکا پانوَرَ کنڊئين، توڙِ هنيان اَڇ تَنِ؛
ڏيان ڏوراپا کَنِ، جو سَنگهار ئِي ساٿيھ ٿيا.

۲۴

جيڪس سنگهارَنِ، اُهو ڏيھ وٽِي ويو؛
وري هيج وَرَن، جي سانگِن، ڪو سانگُ پيو.

۲۵

جيڪُس سنگهارَن، وري وَرَڻُ نہ ٿيو؛
عُمَر اَباڻَن، هُو اَڄ ڏيهُ وٽِي وَيو.

۲۶

ويجهائِيءَ لَئہ وِجهُلان، سَندِيءَ اَباڻَن؛
اُهي هميشہ هُئن، جي سُڌ لَهن سڀ حالَ جي.

۲۷

ڏينهَن اُتي جا ڪي، اَڄ اَڇي مون ياد پيا؛
پَهُون پنهوارن جون، صبح ويلي سي؛
اُتيا اَچن آبَ لءِ، مٿي آنھ اُهي؛
هئا اُڏَل جهانگِي جي، تَن سانگن ڪو سانگِ پيو.

۲۸

آريُون اَباڻَن ري، بِئا تان ڪٽندم ڪير؟
هي جي ڳُهَ ڳِچيءَ جا، ظالمَ پانيان زير؛
سَنگهارنِ ساويرِ، مِلان شال ملير ۾!

۲۹

ايندم اَباڻا، ڏُورِ لايا جَن ڏينهڙا،
ڪير سَهندم سومرا، ري مارئڙن ماڻا؟
هاڻي نہ ڄاڻان، تہ ڪا موتِي ملنديس مارئين.

◈

## ڪافي ١

سومرا سائين توکي، وو،
ڳالهيون چونديَس آءٌ حالَ جون، هوءِ هوءِ!

عمر اباڻي پارَ ڏي، ڪِرڙ ڪڪوريا ڪي، وو.
ڪوڪَڙ چونديان ڪانڌ سان، پٽ چڙهي پيڪي، وو.
سِگَرَ ڪِيَن سڦڙا، سَئين جا سيڪي، وو.

## ڪافي ٢

جاليم جن سان ٿي، وو، تا مارو ڪيڻ ويا:
هوءِ هوءِ حالڙو ڪنهن سان ڳريان!

پَڪا پٿي اُتهون ويا، پَرئين پنڌِ ڪٽي.
راتو ڏينهان روح ڪي، اوڏنهن ڳهُرَ ڳهٽِي.
ڳهڙي جا هِت ڳهاريان، سا ويڙهيچن نہ وٽِي.
جهليان شالَ وڃِي، اُن پَنهنجن جِي بہ پٽِي.
مون من ماندو مارئين، جاٽي هڪ ڏٽِي.
پڪا پانورَ ڪنڌئين، هو وينا حال هٽي.
جدائيءَ ڳون جهانگيئڙن جي منهنجِي بابِ بٽِي.
”سچو“ سنگهارن جا هِت وينِي ڳڻ ڳٽِي.

## ڪافي ٣

ڪانگل ڏج سنيهڙا، مان ويراڳڻ آهيان!
اوهان ڀاجهُون آءٌ ڳهٽيري، مَحلَن ۾ مُسجان.

قسمت قيدالماء جي ايرادي آهيان.
چانور چا چورمان، آچن نِت نوان.
ڏونرا پُسيون ڏيهه جا، ساريون هِت رئان.
زهر پيالا سوز جا، اوتيون آءٌ پيان.
اوهان ٻاجهون سپرين، مَران آءٌ ڪِي جيان!
ڏڪن ڪارڻ ڏيهه ۾، نِپايَس اَوهان.
”سچو“ اڪڙين مؤن، ميان، هاري رتُ رئان!

## ڪافي ۴

متان منڌ مارُن تَون، وهين آسرو لاهي!

ٻَندُ تُنهنجي بابَ ۾، اَصلَ ڪؤن آهي.
سَڱُ اسان جو سومَرا، چِنَڻ جيهو ناهي.
پِرِين نِيندا پاڻ سان، سِگر ڏي ساهي.
نِيَرَ هِي جي نِينهَن جا ڪير سگهي لاهي.
رکج منهن ملير ڏي، ناهه نہ ٻِيو ناهي.

## ڪافي۵

وري آءُ وطن، منهنجا ساريون نيڻَ سِڪَن،
- موٽ سلامت سپرين!

اڪڙيون اوهيرا ڪَري، واٽ ڏسيو وجهلَن.
پِريَن پرديسن لاءِ، جهوريءَ نيڻ جهِجَن.
عمر اَباڻي پارَ ڏي، وجون ٿيون چمڪَن.
ميڙائي جا مِينهَڙا، ويجهو شال وَسَن.
الله آندا مون پرين، دارون درد مندن.
”سچل“ سِڪَ سبيل ٿِي، پارئون جا پِريَن.

## ڪافي٦

**مون تان چيو تو اڳهين، نہ تون دل ڦاساءِ!**

**آهون دانهون چو ڪَرين، سَبَر سيڻ سَنداءِ.**
**ڪُڇ ڪنهين سان ڪينڪي، ٻولِي ٻي نہ ٻڌاءِ.**
**وڇڙيا ڳُڏُ ڳڏي پرين، ڪو والي ورق وراءِ.**
**ٿوري گهٽي ڏينهڙين، ڪندءِ ماڙ خداءِ.**
**سانگِي ويڙا سانگ تي، پنهنجي سانگِ سُٺاءِ.**
**پاٽُوُن جاٽِي پِريت مؤن، ڪوهہ ڪَرين هاءِ هاءِ.**
**”سچو“ سُپرينءَ لاءِ، ڪوڙين ڪانگَ اُڏاءِ.**
**تو پئي ساريو جن کي، تنِ پِي سِڪَ سندياءِ.**

# مارئي

## داستان پهريون

١

عمر اَباڻن ۾، لَڌمَ لائون لالڙئين؛
کُھ موتِي مالَھڙئين، حال گھوريا هِن حالَ تي.

٢

جو ڏاڏاڻو ڏيهُ، مُونهؤن مور نہ وسري؛
سو ڏاتَر لَئہ ڏيکار مُون، سومرا ساڻيهُ؛
ريءَ پنهوارن پَرڏيهُ، هِيءُ مِڙيوئِي پائيان.

٣

ڏيهہ ڏاڏاڻي، شل سِگھي ويندِيس سومرا؛
مون کي ماروئڙن ۾، چڏ عمر اُماڻي؛
ڏينهن گُذري ڏکَ ۾، تو چاڻيندڙ جائي؛
سُکَ ڏُکَ سنديون ڳالهڙيون، وجي اوريان اَباڻي؛
نہ تہ سُڌ لَهندڙ سِگھڙا، اَللهُ اُهي آڻي؛
جو هُن بِنا هاڻي، گھَڙي هِت نہ گھاريان.

٤

وَس نہ وِساريامِ، سُرها وَڻ ساڻيهَ جا؛
اُهي هيڪَند ڏينهڙا، تي گڏجِي گذاريامِ؛
ياد ڪيون سي ڪيترو، سانگِي سنياريامِ؛
اوڏنهن اُڏاريامِ، ڪَلَ لَهڻ لَئہ ڪانگڙا.

٥

جهڙِي هُيس مَلير ۾، جي هِت ٿيان تِهڙي؛
پَرَ ڳالهه ڪَريان ڪهڙِي، جو قابو رهيسِ ڪوٽَ ۾.

٦

هُيس ڪير ملير ۾، هِت تِي آيَسِ ڪيرَ؟
جيڪُس پيڙمَ پيرَ، فقط لَڱ فِراقَ جي.

٧

ڪاٿي آءٌ هُياسِ، ڪاٿي آيَسِ سومرا؟
هُتان هلي هِتِ اَچي، پورَن منجهه پياسِ؛
هنجن هابُ ڪِياسِ، وڇوڙي جي ڏينهڙي.

٨

شال نہ رهن ڏورِ، هُئن اَباڻا اوڏڙا!
ميان تَن ريءَ مور، مون هِت جالَڻُ نہ ٿئي.

٩

ڏوتِي ڏورئون ڏورِ، عمر اَچ مون ڪي ٿيا؛
سُمهَڻ جاڳَڻ سورِ، مون گذارَڻ آئيو.

١٠

جڏهن آءٌ جاياسِ، ڪنهن وتِي، وِهَ جي نہ ڏني!
جڏهن سامياسِ، تڏهن آيَس اوراڻَن ۾.

١١

هي سامائِجڻ گهوريو، جنهن بت ڪَيو بيرؤن؛
وجي شَلَ ويڙهيون، ڏِسان ڏوٿيَڙن جون.

١٢

ڏني ڏوٿيَڙن ڪي، گهٽا ڏينهن ٿيا؛
جالڻُ جُدائِيءَ ۾، جيڪي پَلَڪ پئا؛
سي وٽواند ويا، سارا سنگهارن ري.

١٣

هُت تا لوءِ لُڇَن، سُٺِي ڳالهيون سومرا؛
پيهي ڪِئَن نہ پُڇن، جي هُئَن اَباڻا اوڏڙا!

١۴

پاڙو پاڙي ساڻُ، شَلَ هُئان اَباڻن جي؛
پکي تَن جي پاڻُ، آءٌ تا سُکيو پائِيان.

١۵

مون کي رَبُ رکي، شل پَردي ساڻ پناهَ ۾!
تہ هئان منجهہ پکي، عُمَر اَباڻَن جي.

١٦

پَردي منجهہ پناهَ، مون کي رَبَ رکيج!
اُکندِ هِن اَرواحَ، آهي اَباڻَن جِي.

١٧

ڏِسي کيٿَ کٺِي، ويا ماروئڙا ملير مَون؛
پَکا پانوَرَ کنڏئين، وينا جالَ هٽِي؛
اڳي پنهوارن پاڻ ۾، تي اِها ڳالِهہ ڳٺي؛
هِت رَتِي رهَڻ ناهِ ڪا، جاٽي هِڪُ ڏٺِي؛
جا عادت زور ظلم جِي، هيءَ حَمير وَٺِي؛
رَعيت جي رَنجڻ جي، تيس گهُر گهَٽِي؛
هاڻ بَرسَر هِيءَ بَٽِي، سنگهارن تي سومرا.

١٨

پَلَڪ نہ تيان پاسي، شَل عمر اَباڻَن گوِن!
گڏُ گڏين ها سي، سين سان سي سومرا.

١٩

ڪاڏي اَچ رهي، آءٌ ڪاڏي اَباڻان؟
هاٽي نہ جاٽان، تہ کا موٽي مِلنديس مارئين.

٢٠

اَجا نہ آيا، سنگهارا ساٿيھ جا؛
ڏينهن جهَجها لايا، پانوَرِ پنهوارن پاڻ ۾.

٢١

جيڪس نہ آيا، سنگهارا ساٿيھ تي!
نہ تہ ڪيتن خابرو، تڏڙهئين هَلايا؛
تن ڏينهن وڏا لايا، وڃي پانورَ ڪنڌئين.

٢٢

وڃن تامَ پري، شل اَباڻَن اوڏي هُئان!
جو سُتِ لَهَن مون سِگهڙي، ذري منجھ ذري؛
اڪيون آب پَري، ٿي ويجهائيءَ لئہ وجهُلان.

٢٣

بيوسِي آهيان، هِن ماڙن ۾، مارو!
وِساري ويهي رهيؤ، جِڻ منجهانئِوَ ناهِيان؛
لالچ نہ لاهيان، پَسَڻ پَنهوارَن جِي.

٢٤

موٽِي شال اَچن، ماروئڙا تہ مَليرَ ۾!
اَچڻ سندي تا ان جي، ڪَر پوي مون ڪن؛
تا سيپئي سُک ٿين، گوندرَ وڃن گُذري.

٢٥

ڏوراپا ڏيئي، ڪنهن هَٿ مُنجان مارُئين؟
تہ وساري ويهي رهيَوَ، حال بِڏي هيئي؛
مِڙي اَچو مون گهرين، آهيو جهانگيڙا جيئي؛
جي آهيو اتي ئِيِ، تا لَهو سُتِ سنگهار جي.

٢٦

موٽي ماروئڙن، سُتِ نہ لڌي ساهَ جي؛
لاهي چِڏيو دل ڪؤن، اَديون اَباڻن؛

ڪنهن ڳُٽؤن سنگھارن، جيڪُسِ ويڙسِ وِسري.

٢٧

ڪي ڏينهن هُيس قرار، مارُن ڳڏ ملير ۾؛
درد نہ هو ڪو دِل کي، هُيسِ مِٺَن ۾ مختيار؛
ريءَ اَباڻن آرِ، هاڻي ڪنديس ڪَن سان.

٢٨

اَڄ ساريم سنگھاري، جَنَم لنگھايَم جَن سان؛
هيءَ وڇوڙي تَن جي، ميان هِت ماري؛
عمر سيا مون سانگئين، ٿِي ڳڏِجي گذاري؛
منهنجي پار پنهوارَ جي، آهي تاڪون تياري؛
هاڻ لکي منجهان مارئين، هِيءَ حقيقت ساري؛
ڏينهن هيترا ڏوتيو، ڪِيئن اوهان وِساري؟
جيڪُس ڏُرئون هُئِي ڏاري، تيلهان ويَڙَوَ وِسري.

٢٩

منهنجي مَن ميان، هِن ڳالهيون ماروئڙن جون؛
ڏُت ڏاڏاڻي ڏيهَ جو، وڃي خوشِئون هُتِ ڪِيان؛
ڪائِي ساعت سومرا، جهانگِن ري نہ جِيان؛
وڃِي تر ٿِيان، شَلَ سنگت سنگھارن جي.

٣٠

ويڃها جڏهن هُئام، ماروئڙا تہ ملير ۾؛
تڏهن ڳالھ احوال جي، تَن ڪَنين ڪين وڌام؛
هاڻ وڃِي ترِ ٿيام، اُهي سڌ لهندڙ سومرا.

٣١

ٿيا پنهوار پَري، آءٌ ڏيان ڏوراپا ڪن کي؟
وَهندو شالَ وصالَ جو، ڪو پڻ واءُ وري؛
نَئي ڳڏ ڪري، سو مون کي ماروئڙن سان.

## ڪافي ١

مارن ڏي آءٌ وڃان وڃان! هادِي اَللهُ، الو پلو!
لاوان لهنديس ڪيت پنهنجي سان.

سرتيون ٿينديون مون ڇَجان ڇِجان.
ڪَڍِ بندياٽي بند مؤن، ڪُرف ڪڙا تِي پَجان پَجان.
واتَ جنهين ڪؤن سانگِي ايندا، سائِي وات مان وجان وجان.
”سچو“ سائِل آهي اوهان جو، سِرُ سائينءَ اڳِيون سَجان سجان.

## ڪافي ٢

لَڄايان نہ لوئِي، وو،
عمر آنديم جا اوڏاهون!

جي تا ملڪَ ملير ڏنهن، قاصِد اَچي ڪوئِي، وو.
سارو سنگهارَن ڏي، حال منجان روئِي، وو.
وجهان پَرنديءَ باه ۾، شالون پَٽ سيوئِي، وو.
ڪتِي ڱنيَم ڪِيئن جي، اَڌو بَنڌ جا هوئِي، وو.
آنديم ڪٽِي ڪوهَ تؤن، آب پَري اوئِي، وو.
پِيَڻ ڪاڻ پنهوار جي، گلي مُون تان ڍوئِي، وو.
اهڙي اڳِي ڪنهن نہ ڪئي، جهڙي ڪيڙي توئِي، وو.
مون سان مدد ني ڪندو، ”سچو“ صاحب سوئِي، وو.

## ڪافي ٣

وينا منهنجيون ڳالهيون ڪن،
هُت ماروئڙا ٻہ ملير ۾!

عمر آنديئي مارئِي، تاسف ڏيئي تَن.
سَدا آهن سومرا، مارو منهنجي مَن.
مون جيڏيون ملير ۾، چانگن پاسِ چڙن.
چِڏي پانور ڪنڌيون، مَنَهيون اوري اَڏن.
”سچوءَ“ جي سَريرَ ۾، ويڙهيچا ٿا وسن.

## ڪافي ۴

غم ۾ ڪِيئن نہ گذاريان، اَديون، تن وچؤن مون کي ڏينهن پيا!

ميان مُلڪَ ملير ڏي، ڪنيو نيڻ نِهاريان.
پَڪا پنهوارن جا، ساعِت ساعِت سنياريان.
راتيان ڏينهنان روح ۾، ساهيڙين کي ساريان.
وَسُ جي هو ڪو منهنجو، گڏ هُنِ پاڻ قطاريان.
پَت پنهنجِي پاڻهين، پنهوارن سان پاڙيان.
ياد ڪيو سي ڳالهيون، پنهنجو پاڻ تي ڳاريان.
موڪل ڏينم مٿين مِڙان، گهڙي هِت نہ گهاريان.
ٻَڪَر ٻاٻاڻن جا، چَهرائيءَ سان چاريان.
جي مون روحَ رڳن ۾، ويڙهيچا نہ وساريان.
جا لوئِي آنديَم لوءِ ڏنهن، عمر شال اُجاريان.
حال پَسي هِيءُ پانهنجو، ماروئڙن لڳ ماريان.
پَٽ پٽِيهَرَ گهَوريا، طولَ پايان تلواريان.
ڪَرَ لَهَڻ لَئہ ڪانگڙا، اوڏنهن روز اڏاريان.
”سچو“ سنگهارن کؤن، هِي سِر هڏ نہ واريان.

## ڪافي ٥

**شالَ نہ وِسارين، مارو مون کي، شالَ نہ وِسارين،**
**- درد جنين جو آهي دل کي!**

**اَنئِي پَهر اوڍهون، نيڻَ تا نهارين.**
**پَهون پنوهَرَ پانهنجا، ويجها وهارين.**
**جوڙُ اسان جا جهوپڙا، ماڙيون ٺيون مارين.**
**هَردم طلب جون تَن ۾، تارون تنوارين.**
**سنگهارن جون ساه کي، ڳالهيون ٿيون ڳارين.**
**”سچو“ سارين جن کي، سي پِي تو سارين.**

# مارئي

## داستان ٽيون

١

جهانگيئڙن لَءِ جِيءُ، هِت عمر آهه اُباٽڪو؛
ٺِئي گڏائج اُن سان، حال منهنجو تا هيءُ؛
سانگيئڙن ۾ سيءُ، آهه اَجا توڙِي تانهنجو.

٢

ڪونہ وري آيو، ماڙهو مُلڪ مَلير جو؛
جو ڪِيئن جون ڏئي خبران، ساڻِي سَوايو؛
ڏورائيءَ ڏوٿِن جي، هيءَ مون کي مُنجهايو؛
ميان ماروئڙن جي، هِت طعنن تپايو؛
ڪر سومرا سايو، تہ وڃان ويڙهيچن ڏي.

٣

قاصد آيو ڪونڪو، ۽ ڪو نہ لکيائون خطُ؛
جيڪُس هُيس ڪينڪي، ريگستانِن رَٽُ؛
پنهوارن پاهَٽُ، تيلهان مون سان نہ رکيو.

٤

قاصِد آيو ڪونہ، ريگستاني راڄَ ڏهُون؛
جو تو مون کي تارِ ڪيو، سومرا ۾ سونَ-
ليهہ پتو روحَ کي، هُت هَي هَي جيڪس هو نہ!
چيهون هِتي چونہ، ٿيان اَهڙن عتابن سان.

٥

پنهوارن پيغامَ، اَڄ ڏِئِي مُڪا مُون مَٽِين؛
”ڪڏهن آيا ڪينڪِي، تو ڏنهن هِت سلامَ؛
”ڪائِي اتي محفوظُ ٿئين، طرحين طرحين طعامَ؛
”پيرُون چوندئي پَٽَ جا، تي ڪڏهِن لاڙيو لامَ؛
”ڏسي عيش اِنعامَ، اَڄ اُهي ويلان وِيَڙئي وسري!“

٦

پَري ٿين نہ شالَ، هُئن اوڏائِي اَجڙي!
اُتي ويني اُن جا، اَتم خوابَ خيال؛
سدا سانگيڙن جِي، مون ڪي ساه سنڀال؛
هِتِ مون ههڙا حال، هُتِ عِتاب اُنهن جا.

٧

عمر مون ڏي آئيا، اَباڻئون عتاب؛
”تيئن اتي تون مارُئي، ڪائِي خوش ڪبابَ“؛
هِت مون اکيون پنهنجيون، جهليون روئِي آبَ؛
جهوريَس هِن جواب، ويڙهيچن وساريو.

٨

مُنجن هِيئن چَيون، مون ڏي مارو، سومرا؛
”وجي عمر ساڻ تو، ڳالهيون ڪالهہ ڪيون؛
”سي پُٽ پنهوارن ۾، پَڏر هَتِ پيون؛
”اِهي پَچارون تانهنجون، ويڙهيچؤن نہ ويون؛
”ڪيتن هاڻ ڪنيون، پڪيُون ملڪ ملير مَون.“

٩

ڪو نئين نِياپو، منهنجو ماروئڙن ڏي؛
”مون ڏي اَوهان موڪليو، ڏيئي ڏوراپو؛
”تہ لوئِي لاهي سِر ڪَيُئي، سونَ رُپي ڇاپو؛
”مون ڪؤن وسري ڪين ويو، آهي جهڻ اُهو جهاپو؛
”اِينديَس سِگهي ايڏهين، لاهي لاڳاپو؛

مولئي ميلاپو، ڪندو سِڱهڙو سنگهارن سان.“

١٠

آءٌ پُڻ چا تہ چوان، موتِي ماروئڙن ڪي!
”هَئي هَئي هِن جي حال جِي، ناهي ڪَل اَوهان“؛
هِت اُنهن ري سومرا، نِتُ نِتُ سورَ نوان؛
پَڪي شالَ پهان، مان وجي پنهوارن جي.

١١

ڪٽي ساڻ ڪتِي، جا آنديم مُلڪَ ملير ڏنهن؛
سا اَڄ توڙِي تا سِر توڻن، لَحظو ڪين لٿِي؛
لوئِيءَ سنديءَ لَڄَ ڪوڻن، مون ڍِڪيا پٽَ نہ ٿي؛
هِت سُورن آهہ سَٽي، اَئين ٿيون ڏوراپو ڏيو!

١٢

ايڏانهن اِينداياس، ڪنهن مهل موچاريءَ ماروئا!
جا لوئِي آنديَم لوءِ ڏنهن، سا چِن نہ ڇڏينداياس؛
توڙي ٿَهباران ٿِيئي، تَہ بہ مور نہ مٽينداياس؛
اَچي ڏوٿيڙن ڪي، اَچا ڏوراپا ڏينداياسِ؛
تہ ڪيئن وِساري ويهي رهيو، ٿوراهِين ٿينداياسِ؛
مَنهيون، مَنهَن سان اِتي، آٽي اَڏينداياسِ؛
ڳالهيون ڳرهينداياس، سرتن سان ساٽيهہ ۾.

١٣

الله اَباڻن سان، مون ڪي ڳَڏُ ڪرئين!
جي ويا ٿَر پَرئين، سي موٽي آڻ ملير ۾.

١٤

عمر اَباڻن ري، آءٌ تان ڪوجهِي آهيان؛
هيءَ لوئِي نہ لاهيان، جا آهہ نِشانِي اُن جِي.

١٥

جا اَباڻن ڏني، سا لوئِي هَڏ نہ لاهيان؛
ڪندِيس ڪين ڪِني، وني ويندیس ويڙهہ ڏي.

١٦

عمر ڏيھ اَباڻي، مون چڱا ڏينھن گُذاريا؛
هِت اَچي هاڻي، پيو هِنيڙو هَلاڪت ۾.

١٧

عمر اَباڻؤن وچڙي، ڪنھن اعراضي آندياس؛
وجي خوشيؤن ڪائيندياس، پَڪا پيرون پانھنجا.

١٨

ڪائِي پلڪَ پَري، شال عمر اَباڻؤن نہ ٿيان!
ذري منجھ ذري، هُئن پچندڙ حال جا.

١٩

جڏهن هُيس اَباڻين، مَحل نہ ماڙيون مون ڏٺا؛
لَئي ۽ لاڻين، هيون پيهيون پنھوارن جون.

٢٠

ڦَتِي ڦوڙائِي، آءٌ مِيان ماروئڙن جي؛
ڏنيون مون ڪي تو هتي، آهن ماڙيون جوڙائي؛
ويهان وچ نہ انهين، ٻُڙو ٻوڙائي؛
هِن هنڌن ۾ سومرا، تو لکيو لوڙائي؛
جنھن آندم ٽوڙائي، پکن مؤن تہ پنھوار جي.

٢١

ريگستاني راڄَ جِي، آءٌ ڳالھ ڪريان ڪيھِي!
ڪَنِ پچارون پاڻ ۾، سي واريءَ تي ويهي؛
تہ ”ايندي ماروئين مارئِي، شل پَکن ۾ پيهي“؛
اُڪنڊ مون ميلاپ جِي، آھ جهانگن ڪي جيهي؛
منهنجي تن تيھِي، آهي سِڪ سنگهارن جِي.

٢٢

مان اُنهن ڪي ساريان، هو ٻِي سارن مون؛
جي راضي ٿئين تُون، ڏي موڪل ماروئڙن ڏي!

مان اَباٹن ساريان، هُت اَباٹا سارين؛
واٺان نِهارين، منهنجي اَچڻ سنديون.

◈

## ڪافي ١

پَلپَل پونم پُور، عمر تن ماروئڙن جا.

دمدم منهنجي دل ۾، مارُن جا مذڪُور:
سرتيون سورن جا.
سانگيڙن کي سدا مان ساريان، هنيڙي هونم هُور،
پل پل پنهوارن جا.
منِ مَچائي ”سچو“ ويا سانگِي، دونهن جا دستور،
خاصَن کورن جا.

## ڪافي ٢

پاڙيچون نِي پِرين جو، مون کي پُور اڄ نِي پيو.

انتر جنتر مَون ٿي، هَي نيهڙي نيو.
جيڪي چيو نجوميءَ، سو تا صحيح ٿيو.
چرخو پَجي چيهاڙيون، مون ٿي ڪاڪيون ڪَيو.
هِن جان ٿئي جميعت، لالَن جي پائي ليو.
ڪو ڏس اچي پريئن جو، هِن ڏاهه کي ڏيو.
جي در اچي سو دلبر، تا جيءُ ”سچوءَ“ جو جيو.

## ڪافي ٣

مارو مون کي نہ وسارين، آهيان اُنهن جي! ميان.

درد جنين جو دل کي، ڪَرم سين اُڪارين.
اٺ ئي پَهر اوڍين، تا نيڻ نهارين.
هردم طَلب جون تَن اندر، تارون تنوارين.
”سچو“ سارين جن کي، سي پيي تو سارين.

## ڪافي ۴

هلي ههڙي حال، ميان،
وڃي ڏوٿن کي ڏسان!

پيڪَن مون پهچائين، پلا پنهنجي پالِ.
منهنجو ماروئڙن ريءَ، جِيڻ آهي جنجال.
ههڙي وڇوڙي جي، ڪنهن سان ڳُرهيان ڳالهہ.
هُئڻ سدا خوش سومرا، مارو پنهنجي مالِ.
”سچوءَ“ جي تہ سَرير ۾، مارن جِي آهہ قالِ.

## ڪافي ۵

ڏوٿن ڪؤن نہ ڏور، آهيان جيڏيون.
آءٌ اوڏي ان کي! سائين الا.

ناهيان ٻاهر تن ڪؤن، ميان، هڪڙوئِي دم دور.
”اَلاِنسانُ سِري وَاَنَا سِرهُ“، دوسن جو دستور.
هِي مڙيوئِي آهي تان، ميان، مارن جو مذڪور.
”سچو“ سا پُڇ ڳالهڙي، ميان، مارن جِي مَستور.

# مارئي

## داستان چوٿون

١

تون حمير هِنِي، آءٌ تورياڻِين آهيان؛
جا لوئي آندم لوءِ ڏنهن، وينديس ساڻ وني؛
ڪڏهن تيندي ڪانہ ڪا، مانهوءَن شال مَنِي؛
ڪتابت قولن جي، مون ڏي پنهوارن پَني؛
هيءُ بندُ بندياڻِيءَ ڪي، هو لکيو رات چَنِي؛
اُن سانگِن ڪاڻ سَنِي، مون مڙيائِي سومرا.

٢

ڪو بِي خيال نہ هومِ، هُيس مارن ساڻ ملير ۾؛
جان وچوڙو سومرا، ڪوءَن ٿريچن تيومِ؛
قسمت قيدالماء جي، ڏِسي ڏور وڌومِ؛
تڏهن وڏو قدر پيومِ، هَي "سچو" هيڪاندِ جو.

٣

وينا ڳالهيون ڪَنِ، ماروئڙا ملير ۾؛
تہ "اِجها ايندي مارئِي، وري هن وطنِ!"
ايڏي اُڪندِ آهي، مُنهنجِي جا پُنِّ جَنِ؛
آءٌ سگهي سان تَن، وجي گڏ گذاريان!

٤

قَرابتي ڪاتي تيا، آءٌ ڪاتي آئِي!
قسمت قيد ڪتي ڪيو، آءٌ ڪتي جائِي!
آهي منهنجي روح ڪي، ريءَ مارُن موڳائِي؛

اَنئي پهرَ اُنهن جِي، وات اَتم وائِي؛
گهٽي مدت مونجهه ۾، مون پڻ لنگهائِي؛
مَنَ سِگهڙي سنگهارن جي، ڪل پوي ڪائِي!
تہ ڪي آهِن آرامي اُتهين، جهانگيڙا جائِي؛
ڪِي ويا مُلڪ ملير مَون، ڪري اَجائِي؛
وجي پانورَ ڪنڌئين، وينا وهٽائِي؛
اُتي تازا توانا ٿيا، ڏُٺ ڏنؤرا ڪائِي؛
ڪر سومرا سائِي، جئن ٿِيَن آسودا آجَڙي.

٥

جن گڏ گذاريوم، سڀ ڄماندر سومرا؛
اَچي پَري پَيَس اُن ڪؤن، مُونجهه اِنهيءَ ماريوم؛
ساريو سنگهار جي، ڳالِهن هِت ڳاريوم؛
جو مارو محرم حال جو، سو پڻ سنپاريوم؛
ڏيهُ ڏاڏاڻو ڪَڏهين، وار نہ وساريوم؛
نِتُ نِتُ نِهاريوم، پَنهوارن جي پارَ ڏي.

٦

اَج پڻ ٿِيمُ اُداسُ، هِي مَن ماروئڙن ڏي؛
ڪر بندياڻي بند مَئون، خاوندَ لِڳ خلاصُ؛
جو مَٽي ڪيتَ ڏنارَ ڪي، ڪا پلنگين ڏينديَس پاسُ؟
ڪو وجهُ صاحبَ سومرا، اُنهن سان اِخلاصُ؛
جو هو ويچارا واهَڻِين، تون ڪري ڏس قياسُ؛
زور تنين تا ناهِ ڪو، لوئِي جن لباسُ؛
اَنئِي پهرَ اُنهن ڪي، آهي حَمِيرن هِراسُ؛
تاڪُون تُنهنجي تابَ گؤن، سهمِيون اَتن ساسُ؛
چاڙهيو لِڳين ڪِين تَنين، ماسي قَدر ماسُ؛
تعديون تَنين تي ڪَرين، جن تو هَؤن تئي مَواسُ؛
ويڙهيچا وڻراهَ ۾، هُتِ وڻِ وڻِ ونن واسُ؛
پاءِ پنهوارَ پياسُ، آهي راجا منهنجي روح ڪي.

٧

چَئي مُڪائون، هيئن ڏاڏاٽي ڏيھَ ڏنهن،
تہ ”جيڪس“ اِهي تو هُيون، مَنَ جون مدعائون.
”تان وجي پَلنگين پَٿرٽِئن، شَلَ چڙهان آئُون،
تو پڻ تيلهائون، هاڻ ويا ويڙهيچا وسِري!“

٨

چگّيءَ طرح چَئي، ٿي مُنجان مارُوئڙن ڏي:
تہ ”سُکين سانگيڙن گڏن، پري آءٌ پَئِي؛
”قسمت قيدالماء جي، مون سان هِيئن ڪَئِي؛
وسري ڪينَ وئِي، سَنگت سنگهارن جِي“.

٩

مارُوئڙا ماندي، آءٌ اوهان ريءَ آهيان!
سُکيا اَئين ساٽيھ ۾، هِت بَند رهي باندي؛
هِت قسمت قيدالماء جي، هِيءَ اَچانَڪ آندي؛
آهيان اوهان جي ڳالِھ ڪڌن، ويل نہ ڪنهن واندي؛
چگّي ٿِي چاندي، اِينديَس لوئِي ونِي لوءِ ڏي.

١٠

قاصِدُ اَڄُ ڪوئِي، مَنَ اَچي مارُوئڙن ڏنهن!
تنهن تا چَوان حالَڙو، سارو سيوئِي؛
ايڏنهُن آندي آهِ مون، لاڪيڙِي لوئِي؛
سا وني وينديَس پاڻ سان، اَتم عهد اِهوئي؛
سرتِن سان روئِي، سِڪون لاهينديَس لوءِ ۾.

١١

هِيءَ اُميد نہ هُئِي، مون ڪي مارُوئڙن ڏنهُن:
جو ڪونہ مُجندا مُون مٺين، پُڇَڻ ڪاڻ پَهي!
ڏنم هڏنهِن ڏيھ ۾، نَڪو ڳوٺَ ڳِهي؛
هاٽي وائِي وائندي، اها سيُمَ اَڄُ صحِي؛
تہ ”اَنا مِينهن ملير ۾، ويڙا راڄ رهِي؛

”چڏي پانورَ ڪنڌيون، آيا هيٺ لهِي؛
”جهجهو جهانگِن کي ٿيو، ڍِهيان ڏٿ ڏُهِي؛
”ڪَڍيو پيَن پاڻ ۾، وڏيءَ مَهَلَ مَهِي“؛
ويندِيَس ڪوڏِ ڪَهِي، آءٌ پَکي پنهوارن جي.
١٢
سَنگهارن جي سِڪ، آهي منهنجي مَن؛
شال سِگهوئِي سومرا، ڏسان ڏوٿيڙن؛
راتو ڏينهان ڪاڻ ٿِي، جهجان جَهانگِيڙَن؛
پاڻهي پَنهوارن، اَڄ تان مونکي ياد ڪيو.
١٣
جهانگي جهڻ پِياڪ، ناهِن شَربت هيروان؛
ڳاڙهيو ڪاريون لوئيون، پهَرڻُ تَن پوشاڪَ؛
لاهِج لوئيڙَن تان، الله لڳِ اولاڪَ؛
جو رکن هَڏنهن ڪانڪا، عُمر ٻِي اِملاڪَ؛
ڪارڻ پرورَ پاڪَ، مون کي ميڙيين مارئين!
١٤
ڪيا ڪوٽِن ڪيجَ، اَڄ ڏاڏاٽي ڏيهه ۾؛
پر ماٽو ماروئڙن ڏنهن، هَڏِ نہ آيو هيجَ؛
ڪالهه ڏنا هُئم اُبِ ۾، اَٽِڪ ۽ اَتيجَ؛
اُنا مينهن مَلير ۾، ٿيا رڻَ سارائِي ريجَ؛
چانگن سان چِڙي ڪري، ڪَن چَنن ۾ چيجَ؛
آءٌ پُڻ پِنيءَ پيجَ، ملنديَس ماروئڙن کي!
١٥
هي وني حالُ وجان، ميان مارؤئڙن ڏي؛
آهي اُميد اَجان، جو خوشِي ڪنديَس ڪيت سان.
١٦
مينهن وسندي مان، ويڙهيچن وينديَاسِ؛

لوئِي ساڳين لوءِ جِي، نال وٺِي نينداس؛
وجي ٿر ٿينداسِ، ڏکَ سُکَ پائي سومرا.

## ١٧

ڏنارن کؤن ڏار، جي مون ڏينهن گذاريا؛
سي هئا قيامت جيهڙا، ميان سومرا سردارَ؛
الله ڪري اوڏڙا، ”سچو“ مَنَ سنگهارَ؛
تہ ڪريون ويهي ڳالهڙيون، هنيڙي جون هِڪوارَ؛
پَر پري ٿيم پنهوار، ڏيان ڏوراپا ڪَن ڪي!

## ١٨

جيڪي هُتِ هونديون، ساهيڙيون ساٿيھ ۾؛
سي پيرون چونڊبن پاڻ ۾، گڏ ڪيون گُونديون؛
ساريو مون کي سومرا، رات ڏينهان روئنديون؛
ٻيون ڀِي چا چونديون، اَجا عُمر الاجي آجڙيون!

## ١٩

ريگستانِن رنگُ، جي تون پسين سومرا؛
تہ ميان ماروئڙن تَؤن، ظالِم لاهين زنگَ؛
جو تاڪون تنهنجي تابَ کؤن، جهانگِي واسِن جهَنگُ؛
نامِيا هي تون ننگُ، نيئي رسائين راڄ ۾.

## ٢٠

جي ريگستان رهيا، تَن سخت نہ ونج سومرا؛
جو تاڪون تنهنجي تابَ کؤن، چَنن مَنجھ چپيا؛
سي ڪي پَرئين وسِ وهيا، وسَ چائيتا واهَٽين!

## ٢١

ڪري ياد قلبُ، تو منهنجو ماروئڙن کي؛
جو ٿيان هيڪاندي تَن سان، ٿئي سائينءَ ڏنهُن سَبب!
ڪڍ بندياڻي بند مؤن، تہ راضي هُئي رب؛
غازي لاھ غَضَبُ، ڪَر مِهر ماروئڙن تي.

٢٢

رجُون ريگستانُ، جِت وطن ويڙهيچن جو؛
راحِم تي رکيچ تون، تَن ماروئڙن جو مانُ؛
جهونن جهانگيڙن تي، کَر عمر تون اِحسانُ؛
تہ سارو جڳ جَهانُ، مَرُ تعريفان تنهنجيون کري.

٢٣

هيءَ خبر هاٽي، آئي ريگستاني راج ڏنهُن؛
تہ ”انا مينهن ملير ۾، ٿيو پٿنَ ۾ پاٽِي؛
گُلَ ڦُلَ گلزاريون ٿيا، رِڻ سڀ ريجاٽِي“؛
تون پِي صاحب سُجاٽي، موکل ڏينم مِڙي مَران.

٢٤

مينهن وسندي مون ڏنا، هي پکا پنهوارن؛
ڳاڙهيون اَچيون لوئيون، کيا سَهَج سَنگهارن؛
اُهي عام خلقَ کؤن، تا گوشي گذارن؛
منهنجي اَچَڻ سنديون، تا واٽون نهارن؛
سانگيڙا ساٽيهہ ۾، پيا نِت نِت سَنيارن؛
هي ڳالِهيون ٿيون ڳارِن، مون کي ماروئڙن جون.

٢٥

مِينهن وسندي سومرا، اَج پُڻ پور پِيا؛
پَکا پنهوارن جا، سي مون ياد کيا؛
ڏني گهٽا ڏينهڙا، مون ٿريچن ٿيا؛
وسِري تا نہ ويا، کا ساعت منهنجي ساهَ کؤن.

٢٦

هِت ڏيهي ڏسان کونہَ کو، جو ڏئي کيتَ خَبَر؛
هِيءَ قابُو رهي کوٽَ ۾، اُنهن ريءَ عُمَر؛
مَليران مَحضَرَ، ايندم اَجائِيءَ جا.

٢٧

مِينهن وسندي ياد مون، اَج ماروئڙا آيا؛

قيدالماءَ جا ڏينهڙا، سي مون لنگهايا؛
موٽي اَچڻ جا ٽِيَم، ڏي سنگهارن سايا؛
اُهي مولا ملايا، جي پنهوارن پَري ٿيا.

٢٨

ڪو جو وريو واءُ، اَج پڻ مُلڪ مَلير ڏنهن؛
جَڻُ آيم اَباڻاءُ، ماڻهو موٽائِڻ جو.

٢٩

مون ڪي رات رسيون، ڏيه ڏاڏاڻؤ خَبران؛
”تہ ساڻيهہ سَڀ سَرهو ٿيو، وڄون واهَ وَسيون؛
”تہ اچي ياد الله ٿو، ڦوڳُ ڦلار پَسيون؛
”برابر بادل ڪَيون، مُنِي لوءِ لَسيون؛
”ساول ڪائِي سبزيون، ٿيون سَڄيه سَسِيون؛
”ڳاڙهيون اَڇيون ڪاريون، لاهن غم گسيون؛
”وُڙهيون ڪَسَ ڪَسِيُون، پُڻ آهِن تارِ تَرائِيون.“

٣٠

رات وري آيا، ماروئڙا تہ مَلير ۾؛
جو لڌم خوابُ خوشيءَ مون، جَڻ مولئ مِلايا؛
وري وسايا، پلي ياڻَ پِنُن جا.

٣١

وسَ چَري آيام، ماروئڙا ملير ۾؛
چِڏي پانورَ ڪَنڊيون، ويڙهيچا وريامَ؛
عُمر اُميد ٿيامَ، پَسَڻَ پنهوارن جِي.

٣٢

جي ڏوٿي هُيَم ڏورِ، سي والِيءَ ڪَيَم ويجهڙا؛
هُئي جا پورن پُورِ، سا تا اج من تَون لَنگهِي.

٣٣

موٽِيا پارِ مَلير، سانگيڙا سانگُ ڪَري؛
جَنِ جِي سِڪَ سَرير، سي ئي عُمَر آئيا.

لَتو ڦوڙائو، وريو ورق وصالَ جو؛
وري وطن آئيا، ريگَ لنگهي رائو؛
”سَچُو“ چَوي سائو، ٿيو موٽِي مُلڪ مَلير جو.

◈

## ڪافي ١

مارو ٿر ٿيام، پلو ميان وو، ڏيان ڏوراپا آءٌ ڪَن کي!

سي پاريندئَس پانهنجا، ميان، جي هُتِ قولَ ڪيام.
ڇڏي مُلڪ مَلير جو، پَرينءَ وس ويامَ.
گهوريا پَري ڏينهڙا، جي پنهوارؤن پيام.
سنگهارن جي اَچڻ جا، ميان ”سَچو“ سَنيها سُيام.

## ڪافي ٢

روئان زارو زار، يار،
مانَ مارُن کي ملان آءُ!

ڏيان ڏوراپا ڪن کي، پَري ٿِيَم پنوهارَ، يارَ.
ونِي ويڙا پاڻ سان، منهنجو ساهُ سَنگهار، يارَ.
اهو اٿم آسرو، ايندم اَجڙوار، يارَ.
ڪَندا مُهڙ مَلير ڏي، رڻ ڇڏي ريڊار، يار.
سو دم گوندر گذري، جو دم اُن ريءَ ڏارَ، يار.
روئي رت اکين جا، جهونا ٿيا جهالار، يار.
وجي بُڏنديس اُتَهين، سندي پنهوارن پُڪار، يار.

رکي ويڙهيچا ويا، مونهين سر مَيار، يار.
پيڪين مُون پَهُچائيين، سومرا سردار، يار.
راتو ڏينهان اوڏهين، ”سچوءَ“ ساهَ سنپار، يار.

## ڪافي ٣

ساريان آءٌ تا لوءِ، پنهنجي جون لويون،
عُمر گهوريا هِي پَٽَ پٽيهَرَ، ميان!

هُت ويڙهيچا، وو، وينا ورهائن ڏيهاڙيون،
سي ڏونرن سنديون ڏويون.

سنگهارن ڏي سوز سنيها،
آءٌ تي روزُ مُنجان رويون.

ڪنڍيون ڪوڪَڙ سَنديون، ميان،
ڳچيءَ پائن تا هِت پيڪا پويون.

صبحَ سانجهيءَ ڪٽَن خوشيءَ سان،
اُهي سي تا آب پَريون اويون.

پاندين پائِن پُسيون، ساڳن سِگَر سَنگهارَ،
”سچو“ سي سويون.

## ڪافي ۴

گهوري هِيءَ جدائِي، اڙي ميان، پنهوارن ٻاجهُون پُورَ پيا!

صبح ويلي ميان سومرا، الا سائين، خبر اها مون آئِي.
لنگهي مُلڪ مَلير جو، ويَڙئي ويڙه سَپائِي.
پانورَ ڪنڌئين ڪينڪي، وهندا ساعَت سائِي.
ڪئين ٻُڌان ڪِينڪِي، وري اِها شَلَ وائِي.
ڏوٿي پنهنجي ڏيهہَ مَون، ڪَندا ڪِيئن نِوائِي.
عمر اَباڻا ڏيهہ ۾، سَرها هُونِ سَدائين.
موٽِي نہ وجَن اُوڏهِين، جن جِي سِڪَ سَمائِي.
هوءِ هوءِ هِن جي حالَ تي، ياڳيا ڪرن پَلائِي.
”سَچو“ سندن ساٿَ“ ۾، ڪَري مَرُ تہ گدائِي.

# مارئي

## داستان پنجون

١

جوڙي پَکا جُوءِ، اَچي وينا عُمرَ آجڙِي؛
سَدا سَنگھارن جِي، ٿي مَٿي حوضَن هوءِ؛
ٿيون گلزاريون گاهَن جيون، بِي خوب گُلِي خوشبوءِ؛
نَئِين رونق روءِ، ٿيو موٽِي مُلڪ مَلير جو.

٢

سدا هئن سُکيا، ماروئڙا تہ مَلير ۾؛
شَل نہ ڏينهن ڏکيا، اَچن آجَڙين تي!

٣

سدا سَرها هونِ، ماروئڙا تہ ملير ۾؛
مٿي پنهوارن پون، مِهَر جا شَل مِينهڙا!

٤

مِيان ماروئڙن تي، مِهران وسَن مِينهَن؛
شَل نہ ڏِکيا ڏينهن، اَچن آجَڙين تي!

٥

سدا سي ساٽيهہ ۾، سُکيا هُئن سَنگھارَ؛
پکي مَنجهہ پنهوارَ، شَل هُئن هميشہ سَرها!

٦

سائين سَنگھارن جو، رکج پَن پکي؛
ڪوئِي تا نہ لَکي، هُئَن سَدائين سَرها!

٧

سنگھاري ساٽيھہ، شَل هُئن سَدائين سَرها؛
وجَن نہ پَرڏيهہ، خوش گذارن اُتَهين!

٨

ساٽيھہ سنگھاري، سَرها آهِن سومَرا؛
ويڙهيون ۾ واري، مَحلا ماروئڙن جا.

٩

جاتِي واريءَ ڊنو، تاتي اَڏِن پکڙا؛
ياڳِين لَٿا يَوَ، سدا رهن او سَرها.

١٠

نِوڙن ۾ نُونڊيَن، مارو چارِن مالَڙا؛
گوڙين ۾ کِونديَن، سَرها ٿِيَن ساهَ ۾.

١١

جڏهن کِنونِ کِنوڻِيون، وَسَن مينهن مَلير ۾؛
نونديون ۾ نِوڙيون، تاتا سوئِن ٿاريُون.

١٢

ياڳِيَن يَوَ لَٿا، جي وينا پانورَ ڪَنڌئين؛
اُنن مِينهن مَٿا، آجڙين عِيدان ڪيون.

١٣

وري وَسايو، مالِڪَ مُلڪ ملير جو؛
سو اڳِي ڪؤن اُجرو ٿِيو، سائو سَوايو؛
آڳي اڱهايو، ”سچوءَ“ جو سوالُ ڪيو.

١٤

آهي سارَ سنڀالَ، ميان ماروئڙن جي؛
هِتِ هِهڙا حالَ، هُت عِتابَ اُنهن جا!

١٥

الله اوري آڻ، ماروئڙا مَلير جا،
يا مُون کي کڍي کوٽ مَون، نئين مُلڪ رَساڻ؛
پِجَندي وجي ياڻ، پِهان پنهوارن جي.

١٦

آڻ الله اوري، ماروئڙا، مَلير جا،
مون کي آندو اوچتو، هِت ظُلمَ جي زوري؛
آءٌ تَنهن گهڙيءَ تَوُن گهوري، جنهن هيڪانڊِي هِڪُ ٽِيان.

١٧

جي ريگستان رهن، تن کي سَخت نہ ونج سومرا؛
جو تنهنجو زور ظلمَ جو، سانگِي کِينَ سَهَن؛
مَتان پَرينءَ وَسِ وِهَن، هو ويچارا واهڻِي.

١٨

جڏهن ويجها هُئامِ، ماروئڙا مَلير ۾؛
تڏهن ڳالهہ اَحوال جي، ٿي تنهين کَن وِڌامِ؛
هاڻي وَجِي ٿَر ٽِيامِ، اُهي سُڌِ لَهَندڙ سُومرا.

١٩

ٽِيا پنهوارَ پري، آءٌ کنهن کي ڏوراپا ڏيان؛
وهَندو شالَ وِصالَ جو، وارو کو وري.
سونيئِي گَڏُ کري، مُئيءَ کي ماروئڙن سان.

٢٠

هُيمَ جَن سان حالَ، سي اَڄ سنگهاري سِجڪاڻ ٿيا؛
عُمَر اُنهِي پارَ جي، اَٿمَ سارَ سَنيالَ؛
جو صبح اُٿي ساجهُرين، مارو ڇيڙن مالَ؛
پِيَسَ پَري پنوهارن ڳوُن، هَي جي ٽِيَم حالَ؛
آهي اُنهي کوٽَ ۾، جِيَڻُ مَنجهہ جَنجالَ؛
سِگهَڙي وجِي شالَ، پهان پکي پنهنوارن جي.

## ڪافي ١

هو جي ماروئڙا ٻيهرَ مانَ مِلن،
شالَ الله اوراهون ڪَندن، سانگي سانگ سَندن.

ويٺي آهيان واٽ تي، مَنَ اَچو حال پُڇَن.
پَڪا پَڪَنِ سامهون، اوري آٽي اَڏنِ.
انهن ڪارڻ جيڏيون، منهنجيون اکيون رتُ رُئَن.
اَصل لاڪون آهي، ”سَچو“ سَگ سَندن.

## ڪافي ٢

مارو اُهي مِليامَ، عُمر ڄامَ، ووء
طَلَب جَنِين جِي آهي ٿَن کي.

ڪَرَم ڪَيائون ڪيترا، ڏوٿِي هت ڏٺامَ.
هِت جنَهين کي، هُت ٻي تن کي ٻيو آرام.
پاڙِيائون سي پانهنجا، ميان، ڪَيئون جي انجام.
طالع وارا تن جي، گولن جا ٻه غلام.
ڪاڏهن ”سچو“ سالڪان، ميان، ٿِئي طَلَب تمام.

## ڪافي ٣

ڏوراپا ڏيئِي، ڪنهن هَٿ مُنجان، ووء ماروئين!

وساري ويهي رهيؤ، حال ٻُڌي هيئِي.
مِڙي اَچو مون ڳري، آهِيو جهانگِيڙا جيئِي.
لَهو سُڌِ سَنگهار جِي، جي آهيو اَتيئِي.
”سچو“ ساريَؤ ڪِين سا، جا ويڙهيچؤن ويئي.

## ڪافي ۴

راتِ مُڪَم روئِي،
ساري سلامَ سنگهارن ڏي.

اکيون اباڻي پار ڏي، بينيون جهُڙَ جهوئِي.
اَباڻَن جي آسري، لِيڙون تِيَم لوئِي.
وندن وِرچن پاڻ سين، ڏؤنرن جِي ڏوئِي.
لِکِي ڪاغذ مُون وڏو، پَڪيءَ ڪي پوئِي.
ڪي ڏينهن ڍِويَم ڪيت سان، آبَ پَري اوئِي.
اَوهان ٻاجهؤن ڪونڪو، ڪَل لَهي ڪوئِي.
مارو ملندو مارئِي، "سَچَل" ڪي سوئِي.

# مارئي

## داستان ڇهون

١

ڄَڳَرَ ڄارڙيون، ٻيا ڪِرڙيُون ڦوڳَ ڦُلاريا،
سي سنگهاريون ساڻيهه ۾، وِهَن وارڙيون،
ٿامان ٿارڙيون، لاڙيون چِنِن لاڪڙان.

٢

وَروٿا ويرهيچن جا، اِهي موٽئين مالهڙيون؛
رَس نہ اَچن روح کي، ٿالهہ ۾ ٿالَهڙيون؛
سَنگهارِن جون سومرا، ڇَڳيون ڇالَڙيون؛
جو فَجُر ڦوڪي سَنديون، ڪن دانهَ دالَڙيون؛
وَرُ سي لويون لاکَ جون، ٻَن شالان شالڙيون؛
اَنئي پَهر آهن اکيون، منهنجيون عُمر آلَڙيون؛
ڪامل تنهنجي ڪوٽ ۾، وجهان فَلَڪين فالَڙيون؛
شال سٽندو سو ڏٽي، مون نِڌر نالڙيون؛
وجي ڳِجهيون ڳالهڙيون، ڪنديَس سَرتن سان ساڻيهہ ۾!

٣

هِت ڏسان ڏوٿِيڙن جيُون، ويڻي واٺڙيون؛
هُت پَون پنوهارن تي، مِنِيون مانڱڙيون؛
ياد اتي جون مون پيون، ڇوهُون ڇاٺڙيون؛
توڙي چار ڪُندان لوئِيءَ جون، هِت ڦاڪين ڦاٺڙيون؛
تان پِي وجان اوڏهين، جتي کِنوٽِيون ڪاٺڙيون؛
مون کي لَوهِن لاٺڙيون، تَن لالن سَنديون سومرا.

۴

ٻُور پُڄاڻُون ٻَير ڪَن، ٻَهون ٻيرڙيون؛
ڇاڻِن چوندن سي چڙهيو، ڏِئي ڦيرڙيون؛
پائوَ پيرڙيون، ڪن تماشا تِڪُن جا.

۵

هُت گهُمَن ڏوتِي ڏٿَ لئہ، ڪَيون ٿولا ٿولڙئين؛
ڇاڻِن لنب اَئون مَڪٽِي، جهَلي جهولَڙئين؛
پِيهَن پَچائن مانيوُن، ڦوڪي ڦولَڙئين؛
تون عمر اولَڙئين، ڪَري هُت ڇَڏيج مون.

٦

هُت ريت تہ اَڏو ٻَنڌِ، ڪَن لويون لاڳڙيون؛
مَشَر مارُئڙن جيون، سَچيون ساڳڙيون؛
وَٿين تورنِ ڪينڪِي، مَڪَڻ ماڳڙيون؛
اَجان ڦُٽنَ باڳڙيون، تہ ڪڙا آهن ڪوهَ تي.

٧

اَجان ڪِنونِ ڪِنوِٽيُون، تہ سانگيُن ساھ پوي؛
وَسي تَر تارِ ڪَن، نَيون ۾ نُوٽِيون؛
جاتي هُئن جوٽِيون، تاتِي آجَڙي آرامِ ٿيا.

٨

اَڄ جوڙي وينا جهَنگَ ۾، جهانگِي جهوپڙيون؛
ڏي نہ ڏوٿيڙن ڪي، لائِقَ لوپَڙيون؛
راجا روپڙيون، گهَرين رڪن ڪينڪِي.

٩

هُت ڏِينِ مارو ڏاجَ ۾، ڄاڻِي ڄارَڙيُون؛
پَيون آهِن سپ ڪي، اُهي ويڙهيون وارَڙيون؛
سي چُوندن پيون پرِھ جو، نائي ڏارڙيون؛
وِجهَن گوندنِ سَنديون، ڳِچيءَ ڳارڙيون؛
پوءِ ڪنيو ڪارڙيُون، وَڃَن لوئڙِياريون لوءِ ڏي.

١٠

مون ڳڻن وِسَرن ڪِينَڪِي، اُهي عُمرَ ويلڙيُون؛
چاريَم وڏي چاهه مَون، ٿي چيلا ۽ چيلڙيُون؛
ٿي ڪيڏيَمِ ڪيلَڙيون، سَرتِن سان ساٿيهه ۾.

١١

اَوس اَڏِن سومرا، چوڏاري چَؤنرا؛
تَن ۾ سانيِي رڳن سامهان، ڏُٿ ٻَهون ڏونرا؛
ڏڳَ رکي ڏؤنرا، صبح ڪائِن خوش ٿِي.

١٢

ڪَرين چو ڪِلان، سانگِيڙن تي سومرا!
سارِهَ سو تِن تي، لاهه ٿوڪان آئون ٿهلان؛
هي جي مَوتَن جون مَهلان، ٿِي مَحلن مَنجهه گُذاريان.

◈

## ڪافي ١

ڪاڏي ويَڙا، وو، پِرين پاڙيچا!

جاڏي هَليا، تَهدِل تاڏي، هَلُ تون هِنيڙا، وو.
محبن مون سين عَجَب جيها، ڪيئي ڳُڻِ ڪيڙا، وو.
گوندر گاڏائون ڏينهڙا، هِت جالڻ جيئڙا، وو.
هِن اَجايا اُنهن ٻاجهون، جي پلڪ پيڙا، وو.
”سچوءَ“ سَندا سانوَل ٻاجهون، هي حال هَي ٿيڙا، وو.

## ڪافي ٢

آئين هَلِي هِن جاءِ، وي،
هِڪ ساعت ڪارڻ تون سانگِيڙا!

ڪا گهَڙي نيباهُ نہ جاڙج، پيچ نہ تَنهن سان پاءِ، وي.
”الدّنيَا سَاعَةٌ“ اِهو نُڪتو دل سان تون لاءِ، وي.
جاڏنهن آئين تون وٽجارا، وري وڃَڻ اوڏنهن آءِ، وي.
دنيا ۾ دَمُ ڪيئي گذاريئي، ”سچو“ سڄڻ جي ساءِ، وي.

## ڪافي ٣

اوڏاهُون آيا، مون ڏي عتابَ اَباٽن جا.

هي ڏيهُ وِيَڙُءِ وِسري، اِتي ڏينهن وڃي تو لايا.
ياد اسان کي ڪِين ڪيڙئي، منجهائينءَ مايا.
ڏينهن اسان ريءَ گذري، ويَڙئي سڀ اَجايا.
گهٽا مِينهن مَليرَ ڏي، والِيءَ وري وَسايا.
تُنهنجي ڏسڻ لئہ، هِت سانگِي سِڪايا.
سائينءَ ”سَچو“ سِگهڙا، مون مارو مِلايا.

# مارئي

## داستان سئون

١

مون جاليو سان جَن، موٽِي تَن نہ پُڇيو؛
حال هن جون خَبران، پَيون هوندين کَنِ؛
تان پِي مارو مَنِ، وارُ نہ ڪَڏهن وِسريا!

٢

توڙي هو نہ پُڇن، آءٌ گهڻو پُڇان تَن کي؛
عُمَر آءٌ مَڇُڻ، تَن کؤن وجان وِسري!

٣

تي پُڻ وَساياِم، ڪَڏهن مارُئين مينهَڙا؛
سي ڏينهن ڏاڏاڻي ڏيهَ جا، اَڄ ياد عُمر آيام؛
هِت پنهوارن ريءَ پاڻ کي، ڪيها لقب لايام؛
هِن لحظي لَنگهاياِم، شال اِهي اَوَسر ڏينهڙا.

٤

اِهي اَوسر ڏينهڙا، هِت جالڻ آيم جالَ؛
گَتيرا خوش حالَ، هُت ميان هون ملير ۾!

٥

اَڄ سنگهاري ساريا، مون مينهَن وَسندي سومرا؛
ڳوڙها ڳاٽاتي بنا، هِن هَنجُنِ مَون هاريا؛
ياد ڪَريندي تن کي، بارڻ جَڻُ باريا؛
هِتِ ”سَچوءَ“ سَنياريا، هُت سنيارَ ”سَچوءَ“ جي!

٦

ساريم اَڄُ سَنگهارَ، مِينهن وسندي سومَرا؛
جيڪي ڏينهن هُئاسي گڏُ ۾، دَم نہ ٿياسي ڏار؛
ڪاٿي اَڄُ اَسين ٿيا، ڪاٿي اَجڙوارَ؛
وڏو قِسمت قيدالماءَ جي، پَري ڪان پَنوهارَ؛
تيلهان مون اَڄُ آئِيو، روئڻ زارو زارَ؛
پَلپَل هِت پَچارَ، هُت بہ سانگيڙن جِي!

٧

ڪَڏهن سانگِن ساڻُ، ٿي گڏ وسايَم مِينهڙا!
اَڄُ قِسمت قيدالماءَ جي، پيو هِيءُ پَرياڻُ؛
هِت ڪَريان پُرزا پاڻُ، پَر ٿي لوئِيءَ جي لَڄَ مران.

٨

وِسري ڪِينَ وجان، مِيان ماروئڙن ڳؤن؛
وسِرڻ سَنديون ڳالَهڙيون، مُورؤن تا نہ مَجان؛
آهي اميد اَجان، پڪي مَنجهہ پَنهوار جي.

٩

شالَ نہ وِسارينِ، هُئان يادِ انهن ڪي؛
عُمر اَباڻن جيون، ڳالهيون ٿيون ڳارين؛
ساهہ رڳون سارين، مَن پَهچان پنهوارن ڪي.

١٠

لويون رنگارنگِ، ڪَن ساهيڙيُون ساٿيهہ ۾؛
سي اَساوريُون اَڱريون، عُمَر پَهرِن اَنگِ؛
تاڪون تنهنجي تابَ ڳؤن، جهانگِي پيِنا جهنگِ؛
هِن ويچارا واهَڻِي، تن ڪي وٹُ نہ تنگِ؛
سي ڪِيئن ڏِيَن پيرُ پلنگِ، حال جني جا هِهڙا!

١١

پَئي جيءُ جَنجال ۾، ساڻيھ سنيپاريُون؛
وسِرن اُھي ڪين ڪي، جي مَھلان موچاريُون؛
پَر قسمت قيدالماءَ جي، ڪَيون ھي ڪاريُون؛
ڪاتي اَڄُ آءٌ تيس، ڪاتي سَنگھاريُون؛
اوڏنھن نِھاريُون، وجان سا وھلُور تِي!

١٢

عُمَر شالَ نہ لائِيان، لَقَب لوئُڙئين؛
پاڻِي پِيَن پَٽَ ۾، اَبُون اوئُڙئين؛
ڏؤنرا ڏوئُڙئين، ونڊن ورھائِن پاڻ ۾.

١٣

شالَ نہ لَقَب سومرا، لوئُڙئين لايان؛
پَٽَ مَٿي ھِيءَ لوئِي، مُور نہ مَٿايان؛
جا ڪَٿِي ڪيتَ ڏنارَ جي، پِلِي سا پايان؛
مَري مَلھايان، سارو مُلڪُ مَليرَ جو.

١٤

عُمَر اچا ڪَپڙا، ڪاڻياريُون ڪَن ڪِيئَن؟
جھڙي آيَسِ جِيئَن، شل تِھڙي مارُن ڏي وجان!

١٥

ڪِيئَن ڪاڻياريون ڪَن، ڪَپڙا اَڇا عُمَر ڄام؟
ٿِين پَنھواريون پَٽَ ۾، مِھٽي ھابُ مُدامَ؛
آھيان سومرا تو سامَ، تہ لوئِيءَ جي لَڄَ رھي.

١٦

ھِن لوئِيءَ جي لاڄَ، شالَ رھجِي اَچِي سومرا؛
تہ مَرُ بُڏي خوش ٿِين، ريگستاني راڄَ؛
سا نہ ڪائي ڪاڄ، جا قيد ڪَئِي تو ڪوٽَ ۾.

١٧

توڙي لوئِي هِت ڇجي، وڃي ٿَهباران ٿئي؛
تہ پِي پِهنديَس پَنهوارن جي، عُمَر ياڻِ پڇِي؛
جهَانگِن لاءِ جِهجِي، مان اَڏ مُئِي ٿِي آهِيان.

١٨

توڙي هوءِ ڇِنِي، تا پِي لوءِ لوئِيءَ سان وڃان؛
اَچِي عُمَرڪوٽ ۾، ڪَنديَس ڪِين ڪِنِي؛
سائِي سانديَم ساھ سان، جا ڏاڏاڻَن ڏِنِي؛
اُها نينديَس ياڻِ پِنِي، مِينهن وَسندي سومَرا.

١٩

اَبَر ٿِيا ۾ اُبَ، ۽ واءُ لڳو اوپارَ جو؛
"سچو" چوي ٿيا سومرا، چَڱا سانگِن سُبَ؛
پَر چِت اَندرَ ۾ چُبَ اَتن تنهنجي زور ظُلم جا!

◈

## ڪافي ١

اِهي نِياپا ڪو نيئِي، منهنجا مارُن ڏئي!

اَچِڻ اَوهان جي وسَ وڏائِي، ڪوڙين سي ڪِيَڙم ڪيئِي.
ڏکَ ڏوراپا تا منجو اسان ڏي، حالَ اَسان هِت هيئِي.
قسِمت ڪو جو قَلَم وَهايو، پَري اوهان کان پيئِي.
لوءِ اوهان جي ڏنهُن لوئِي جا آنديم، لِيڙان هِت ٿِي ويئِي.
ڳالهيون سَنگهارن جون سُڻ "سچو" ري، ساھَ سِيباڻيُم سيئِي.

## ڪافي ٢

ڪانگڙا قريبَن جا، توکي ڪالَه اُڏايو ڪَن،
وَٽئُون وِيڙهيچن!

آسروندي آهيان، مَن ڪو پيرو ڪَن،
وَٽئُون ويڙهيچن!
پَڪا پَڪَن سامهون، اوڏا ماڻَ اَڏِن،
وَٽئُون ويڙهيچن!
"سچوءَ" جي ٻہ سَرير ۾، دونهان روز دکن،
وَٽئُون ويڙهيچن!

## ڪافي ٣

اِهي اولانبا آيا،
مون ڏي مارُن جا، ميان!

ڏيهُ ڏاڏاڻو ڪِيئَن وِساريُئِي، ڏينهَن اِتي تو لايا.
ڪَهڙِيين ڳالهيين ويڙهيچن ڏنهُن، مُنهن ڦيريُئِي مايا.
پَهَر پنهوارن ريءَ ڪِيئَن تِي گهارين، عُمَر ساڻُ اَجايا.
تُنهنجي ڪارڻ راتو ڏينهان، سانگِي سي هِت سِڪايا.
وَسُ نہ مُنهنجو سُڻُ "سچو" ري، ڏکيا مون ڏينهن لَنگهايا.

# ڪافي ۴

**آيَم راتِ عتابَ،**
**ڏاڍا سخت سَنگهارن ڏنهَن!**

**مون کي عُمَر ماريو، جهانگيَڙن جي جوابَ.**
**”وينينءَ اِتي مارِئِي، ڪائِي خوب ڪَبابَ“.**
**هِت سارو ڏيهُ ڏَڪائِيو، عُمَر جي تِڪَ تابَ.**
**موليٰ تا معافِي ڪيا، ”سَچو“ سَپ حِسابَ.**

# مومل راڻو

## داستان پهريون

١

آءُ راڻا ڏي رَنگُ، موتِي ڪاڪ ڪَنڌن ڪي؛
لاهيجِ لَڳِ خداءِ جي، ذرو پُرزو زنگُ؛
ناميان پاڙج ننگُ، مهٽي هاب مَتان ڪَرين!

٢

مومَل مِهٽي هابُ، راڻا ڪر نہ راءَ تون!
جوئِن ڪي جوابُ، مرد نہ ڏين مينڌَرا.

٣

مون ڪي مِهٽي هابُ، ڪَيُئي ميان مينڌار؛
ڪَر نہ خان خرابُ، ڪامِل ڪاڪ ڪنڌيُن ڪي.

٤

هِڪَ جُوءِ بِي جوءِ، مرد نہ ڇڏن مينڌرا؛
تو پُٽ پرين پوءِ، ڪوهُ لڄايو ڪاڪ ڪي!

٥

هِڪَ جُوءِ بِي جوءِ، ڇَڏن ڪِين جوانَ؛
اُهي پِي انسانَ، جي ننگن تي نِثارُ ٿيا.

٦

آءُ راڻا رَنگُ لاءِ، موتي ڪاڪ ڪنڌن ڪي؛
نامِيان ناءِ خداءِ جي، پير وري هِت پاءِ؛
سوڍا سَنديئِي ساءِ، آءٌ ويني ڪانگَ اُڏايان.

٧

آءُ راڻا رڪُ رازُ، مون هِن نماڻيءَ سان؛
توکي ڪريان ڪيترو، ناميان نَر نِيازُ؛
جو تي ڪَيَرَم نازُ، تَنهن مِهڻي هابُ ڪري ڇڏيو.

٨

مون تَؤن مِهڻو لاهه، موليٰ ڪارڻ ميندار؛
تون تا صاحبُ آهيين، هيءَ ڏوهارڻ ڏاهِ؛
توڙي ٽِيس بيراهِ، تہ ٻي ڳل تنهنجي آهيان!

٩

ڏي ڪو رنگُ وري، ڪامل ڪاڪ ڪَنڌِن ڪي؛
مُنهن ڏيڪارج ميندار، وڃان تا نہ مَري؛
بَخِشج ذوقَ ذري، مِهڻي هاب مَتان ڪَرين.

١٠

ڇَڙهنديسانءِ ڇِڪي، نہ تہ مُنهن ڏيڪارج ميندار؛
آندو مون کي هِتهين، ڪَنهِن لارَ لِڪي؛
چاڙهيو مون کي ڏاڱهَ تي، تُنهنجي عِشق تڪي؛
مَرُ ٻيو ڪو سِرُ سِڪي، اُنهيءَ جي اولاڪ جو.

١١

هِي جو ٽِيَڻو هو، سو اَڳُرُ ميٽِيندو ڪونڪو؛
هِيرو زهرُ زبانَ سان، هِن ڳالهيين ڪِيَڻو هو؛
نا تہ پاڻئِؤن پِهَڻو هو، مون کي زير زمين جي.

١٢

ڏکُ نہ ڏيڻو هو، تو مون کي ميندرا؛
ناميان پنهنجي نَنگَ کي، تو نيبه نِيڻو هو؛
زهر پيالو پُر ڪري، مون کي تڏهن پِيڻو هو؛
جِي نہ جِيڻو هو، مان ڪؤن هِنَ مِهڻي وري.

١٣

سوڊل سِڪائِي، آءٌ پُڻ گهڻو آهيان؛
راتو ڏينهان تانهنجِي، واتِ مون کي وائِي؛
ڪَر اُها ڪائِي، جو ڪارَنهِ لَهي ڪاڪ تَؤن.

١۴

ميان آءٌ ماري، ڏاڍي ڏنوَ ڏهاڳَ جي؛
مِهٽي هاب مَتان ڪرين، تہ ڪاڪِ نہ ٿئي ڪاري؛
ڪر سوڊَلَ سَتاري، ڏوهَن ڏي نہ ڏِسيج تون!

١۵

آءُ سوڊا ڪر سَچُ، لاهي مُون تَؤن هِي مِيهڻو؛
جهيڙو جهڳڙو نِڪري، مون مَنَ اَندران مَچُ؛
الله ڪارڻِ اَچُ، ماڳَ وسائِج مينڌرا!

١٦

اچين جي اوطاقَ، مُنهنجي ميان مينڌرا؛
تہ عيبن ڪؤن آجِي ٿيان، ڪوجهِي ٿئي نہ ڪاڪَ؛
هيرَ اِها هيراڪَ، مَتان مَٽئين مينڌرا.

١٧

مونَڻُ مَرڪ نہ تنهنجو، هو سوڊَلَ سياٽا؛
وسائِج وِلِهيءَ جا، پينگَ پِيَلَ پاٽا؛
پَري ڪري پاٽا، مون کي ماريئِي مينڌرا.

١٨

آتَڻ اُجهائي هَلِي، پِريَن پُڇاڻو؛
ڪِين گهتايو گهوٺَ سان، پِرتِ هِن پاڻو؛
ظاهر زالاڻو، پر باطن بِره بلي هُيو.

١٩

ڪاتِيءَ ريءَ ڪُهِي ڇڏيو، راڻا تنهنجي رَنجَ؛
سُڪون ۽ سَهنج، سوڊا ساڻ ڳڻين وئين.

٢٠

سوڍا هِن سَڙيءَ جو، لَهِي وڃُ سماءُ؛
ويرن وڌو وچَ ۾، آهي ويرُ وڏاءُ؛
مون تي لڳندو ڪونڪو، پيارا پاٽيءَ پاءُ؛
هيڪَر هيڏي آءُ، تہ پِيرولي پَڌر ٿئي،

٢١

ڍوليا تو لئہ ڏَٺَ ۾، آءٌ وتان ويڳاٽِي؛
راتيو ڏينهان اوتيان، پنبڻيُن مان پاٽِي؛
لَٿا مون لِيڙون ٿيا، هيءَ پوتي پُراٽِي؛
تہ بہ راٽي جي راٽِي، سَرتيون سَڏِن ساٽيهَ ۾!

◈

## ڪافي ١

آءٌ تا روز روئان ساريون،
سوڍا تُنهنجِيون، وو، ڳالهڙيون ڪيتَريون!

ٻُڌي ورج، وَلها، زور منهنجيون زاريون.
سِڪَ سَنديَوَ ڪَيون، جِيءَ اندر جاريون.
راٽا رُسَڻ تانهنجي، ڪُوڪان هِت ڪاريون.
وينِي ڳِرهيان ڳالهڙيون، هَنجون هِت هاريون.
جيڪي جايون جِيءَ ۾، وِره تنهنجي واريون.
”سچو“ سَهندا سُپرين، عاجِز جِيون آريون.

## ڪافي ٢

حالَ منهنجي هاءِ،
تو ريءَ لَهَن هِي ڏينهڙا!

آهي هن اَحوال تي، وَلَها تان واءِ واءِ.
دوستَ تنهنجي ديسَ جي، اُڪَندِ اَسان کي آهِ.
ڏِسيو ڏهاڙي روئان، جاني تُنهنجي جاءِ.
ڪاڪ نہ لڳي ڪَس مون، سوڍِلَ تنهنجي ساءِ.
سوڍا سَتاري ڪري، پيرَ اَگَڻ مون پاءِ.
درد مَندن جون دانهڙيون، والِيءَ لَڳِ ورناءِ.
سوالَ "سچوءَ" جا سُپرين، تون لالَن دل سان لاءِ.

## ڪافي ٣

ميندرا، آءُ ميان، هِت وينئي ڪانگَ اُڏايان!

تو سارِيندي سُپرين، هِت سوڍا ساهُ ڏيان.
راڻا رتِي راز جِي، ڪا جا آهي هِيان.
ڪامِلَ ڪَنڌيءَ ڪاڪ جي، آءٌ جانِي ڪيئن جِيان.
شال اوهان جو اڳتي، "سچو" نِيهُن نِيان.

## ڪافي ۴

راڻي سندو رازُ، مون سان ڪيڏوئِي آهي!

ڪاڪيون آڏو ڪانڌ جي، نئو وٽي نازُ.
بانهان بانهِن جان بَڌي، ڪَرڻ نِت نيازُ.

هي هي آهي حُسن جو، ماريُون، غَمُ غَمازُ.
”سچو“ پريائِڻُ پِرينءَ جو، آهي ساڻُ ايلازُ.

## ڪافي ٥

مون کي تنهنجي سارَ سنڀار، وو،
چِڏ رساما تون، آءُ منهنجا يارَ، وي!

ڏوهُ نہ ڪوئِي تو ڏيان، آهي مون ئِي سِر مَيارَ.
سِڪَ سور اخان مون ڪيا، هِينئڙي مَنجهہِ هزارَ.
موٺُ مَران تي مينڊرا، بِرهِي چاڙهيئي بارَ.
وينِي ڪري ڪاڪ ۾، هيءَ ويچاري ويچارَ.
”سچو“ سي ئِي آئِيا، جي دل گهُريا دلدارَ.

## ڪافي ٦

منهنجو سوڊِلَ سارئِي ساه، وو،
راڻا رُسامَن سان ماريئِي!

وينِي ڪَڙهان ڪاڪِ تي، آڻيندوءِ الله.
هِن مُئِيءَ جو مينڊرا، توکي ڪيهو پَرواهُ.
سندو اَچڻ تانهنجي، روز نهاريان راهُ.
گهَڙي اوهان جِي تِي گهُران، چت اَوهان جو چاهُ.
مِهر مَتو تو ناهِ ڪو، جيڪُس منهنجو بَخت سياهُ.
ڪوڏئون قُربانِي ڪري، ”سچو“ ساهُ پَسَاهُ.

## ڪافي ٧

پئِي پيش پرينءَ کي پاڻَ،
آءٌ چونديَس هَلِي حالُ هي!

تو تَؤن آهي مينڌرا، ڪاڪ سارِي قُربان.
دل کي ديوانو ڪيو، ٻهڳڻ تنهنجي ٻاڻَ.
نامِيان ڏِسجِ ننگَ ڏي، آءٌ تا تِيسِ اَجاڻَ.
آندم هيبتِ عتابَ جي، مون کي پنهنجيءَ ڄاڻَ.
”سچوءَ“ سَندي ساهَ کي، تانگهه ايڏاهِين تاڻَ.

## ڪافي ٨

مون کي ڪانڌ بنا هيءَ ڪاڪ،
ڪوڙي آهي، نِي وو، ڪاڪيون!

سودِلَ ٻاجهون سرتيون، هيءَ مَري تي مُشتاق.
منهنجو ساهُ سُڌير تئي، اَچي جي اوطاق.
سَقري آهي سونَ کؤن، خاصِي ڍَٺَ جِي خاڪ.
سُڌ اَچِي لَهُ تَنهن جِي، جا چُور ڪَئِي چوطاق.
وِجهي ويچاريءَ ويو، اَديون ڙي اولاڪ.
تَنُ ”سچوءَ“ جو عِشق اوهان جي، چِيري ڪَيَڙو چاڪ.

## ڪافي ٩

آءٌ تا ڏيهاڙيون، زارو زارُ، ساريو روئان تي هت ڳالهڙيون،
گهٽيون گهٽيون!

ڪڏهن هُئڙوَ سُپرين، پاڄياڻيءَ سان پيارُ.
ڪامِلَ آهِيان ڪاڪِ کؤن، تو بِنا بيزارُ.

اِيندو هئين اَڌ رات جو، ڪاهي ڪَرهُ سوارُ.
ماري مون کي مينڌرا، وَلَها هِيءُ ويچارُ.
وَسي تنهنجِي ورهَ جو، بادل هِت بِسيارُ.
ڏسي وڏ وڙائِي تانهنجِي، هو ڏکِيءَ کي ڏهڪارُ.
”سچو“ سگ اوهان جو، تنهن ڏي نينڻَ کٽو نِروارُ.

## ڪافي ١٠

وَلها ورِي آءُ،
مون ڳؤن موٺُ نہ مينڌرا!

ميان مون سَان نہ مَتين، سوڍِل سائين ساءُ.
رکي شريڪت شانِن سان، هيءَ ڪميڻِي ڪاءُ.
هو جي اَچي دِٺَ ڏنهُن، وَٽي اُهو مون واءُ.
هَي هَي هِن حالَ جو، لَهُ سائينءَ لکِرِ سَماءُ.
”سچو“ ڪنداسي سِگهڙو، پاڻُوَن جاٽِي پَرچاءُ.

## ڪافي ١١

اَڙِي جيڏيُون منهنجو جِيئڙو، وئيو سَجَڻ وجي!

چَرخي مُنا تاڙيون، پيئَر سَيڪائِي يَجي.
درد منديءَ جِي دل اهائِي، مَت نہ ڪَنهنجَڙي مَجي.
طَرف تُنهنجي يارَ ”سَچُو“ ري، سوز نہ پنهنجڙو سَجي.

# داستان پيو

١

ڪاڪِ پُڇندا ڪاپڙي، ويا اَڏو ٻَنڌ؛
وڃي رسيا اُنَ هَنڌ، جت "مون تون" آهي ڪانڪا.

٢

ڪاڪ پُڇندا ڪاپڙي، وڏيءَ ويلَ وِيا؛
لُڊاڻون لَنگهي ڪري، ڪنهن پَرئين پَنڌ پيا؛
اُتي تاڪِ ٿِيا، جِتي "مون تُون" هَڏنهن ناهِ ڪا.

٣

لَنگهيا لُڊاڻو، آءٌ ڪاڪِ چِڏيائون پوءِ تي؛
تاتي وڃي رَسيا، جاتي مومَل نہ راڻو؛
نَڪا مَسجد تَڪيو، اُت نَڪو تِڪاڻو؛
تاتي تِيُن تاڻو، جِتي "مُون تُون" ناهِ ڪا.

٤

ڪاڪِ لُڊاڻو لَنگهيا، اَڄ لاهوتِي لال؛
اوري هَڏ نہ اَتِڪيا، ٿِيا پرئين خيالَ؛
حدون پَچي هليا، جن ڪي حَد پَجائِي حالَ؛
تن سُرت نہ ڪا سَنيال، وڃي ويجها ٿيا وصالَ کي.

٥

ڪاڪِ نہ وِيا ڪاپڙِي، نَڪِي لُڊاڻي؛
نَڪِي ڊِريا ڊَٿَ تي، جِتي رنگ رڪيو راڻي؛
اُهي مِڙئِي نابود ٿيا، تَن سامِن ساماڻي؛
تاڪ ٿيا تاڻي، جاتي "مون تون" ناهِ ڪا.

٦

هِيءَ ڏوهارڻ ڏاهِ، تون ڍولِيو ساري ڌِٿَ جو،
ڪامِلَ تِڪو ڪاڪِ تي، چڙهِي ڪرهَلُ ڪاهِ،
ڪاٽيون ڪَنڌيُون ڪاڪِ جِيون، ٻِي لَڳِي باغَن باهَ،
اِهو مُون تَؤن مِهٽو لاهِ، ڪا مِهر پويئِي مينڌرا.

٧

چڱِي ڳالهه چَوانءِ، سا سُڻ ميان مينڌرا،
”آءٌ تنهنجڙِي آهيان، تون منهنجَڙو آنءِ،
”هيءَ نِڌر تنهنجي نانءِ، آهي وڪاڻِي وَلها.“

٨

ولها وڪاڻِي، آءٌ درِ تنهنجي آهِيان،
تُنهنجي ڏسَ ڏهاڳَ ڪئي، هيءَ نامِيا نماڻِي،
هيءَ مَرئِي ٿي هاڻِي، تنهن مُنهن ڏيکارج مينڌرا.

٩

مومَلَ ماڻڻ هليا، ڪاپڙِي ڪَل دارَ،
وچ ۾ آتش دودَ جا، آيَن بُهت بُخارَ،
ڪي سَڙِيا تنهن سوزان ۾، ڪي نُر چَليا نِروارَ،
ماڙِي ڏسي يَنيلِيا، خود ڳؤن خَبردارَ،
ڪي ويا ماڙيءَ ڳؤن نِڪري، پِرت نہ جِت پَچارَ،
نَڪا صورت اُتهين، نڪا تارَ تنوارَ،
نَڪو ڏسڻ وارو هو، نڪا سُرتِ سَنيارَ،
تَن تي چَڙهِي آئيا، بيخُوديءَ جا بارَ،
ڪين ڏنائون ڪاٿهين، روءِ نَڪا رُخسارَ،
”اَلانَ ڪَمَا ڪَانَ“ تَحقِيقاً تَڪرارَ،
لَتا شورَ شُمار، هَمَه تا حَقُ ٿيو.

◈

## ڪافي ١

**تو ڏي هُيَن ڪا تياري،**
**اِجهي اَڄُ سي اِيندئِي، ميان!**

**رکج وڏو آسرو، جي تو محبت ماري،**
**اُهي نال تہ نيندئِي، ميان.**
**اَڳِي اَڳڻَ تانهنجي، ڏيندئِي سي دلداري،**
**سَنوان طالِع ٿيندئِي، ميان.**
**وٹي گهَٽي يارَ کي، زور نہ زياده زاري،**
**وري پوءِ نہ ويندئِي، ميان.**
**آهي هَٿِ حَبيب جي، ڳالهہ ”سچوءَ“ جِي ساري،**
**ڏاڍا ڏاڻ سي ڏيندئِي، ميان.**

## ڪافي ٢

**هيڏي اَچَڻ جِي آهہ، ڙِي، پانڌي يارَ پِرينءَ کي!**

**پِريان رِيءَ پَرديسَ ۾، آهي اَسان سان هاءِ هاءِ، ڙي.**
**وِهَڻ ڪارَڻ يار سَجَڻ جي، چِت ۾ جوڙِيَم جاءِ، ڙي.**
**پوٽيون هِت پٿايان، لَڳين لالَن لاءِ، ڙِي.**
**سِڪ سَجَڻ جي ساهَ ۾، ساڻِي تا نہ سَماءِ، ڙي.**
**سالَ ”سچوءَ“ کي آهي ئي، دوسن جِي واءِ واءِ، ڙي.**

## ڪافي ٣

رويو حالُ چوان، اَلا! جي اَونِي آيَم اوڏاهون!

پايو پاندُ ڳچيءَ ۾، آءٌ پيرين تَن پَوان.
سَرتيون اِنهيءَ سوزَ جِي، ناهي سُڌ اَوهان.
سُکن مَٿي ڪينڪِي، آءٌ مَٿيان سورَ سَنوان.
سَڄَڻ سَڄَڻ ٿِي ڪريان، ٻيون لاتيون ڪِين لَوان.
جوشَ تَنهن جا جان ۾، مون کي آهِن نِتُ نَوان.
”سچو“ اڪڙين مان ٿِيا، ريلا رتَ روان.

## ڪافي ۴

پِرين مُنهنجي اڱڻ، الله توکي آڻيندو!

اَڄڻ سَندي اُن جي ٿيندِيون واڌايون، مبارڪَ جَڳُ ڏيندو.
وري وسائج پنهنجِيون جايون، ٿورو مون تي لکَ ٿيندو.
پَلو پنهنجا هٿڙا ڪري پلايون، لِڱين مون لائِيندو.
خَبران ڪِيئن جون اَسان ڏسي آيون، توکي پِرين ساڻُ نِيندو.
ويو فِراق فَنا ٿي وصلَ ٿيون وايون، ”سچو“ نانوَ سَڏيندو.

## ڪافي ۵

آئين سو ڳالهه سُڻائين،
وَنهيا ڪانگل، تون پَلِي آئين!

خط جو آندوئِي يارَ سَڄَڻ ڏهون، هلِي سو نال پَڙهيائين.
آءُ تہ جوڙيئين جاءِ اکين ۾، اَڄ اوڏاهون آئين.
سِگهڙو سِگهڙو آءُ اَسان ڏنهُن، ڏينهن گهٽا چو لائين.

اَچو اَچو تون چو نہ اَچين ٿو، محرم راز رلائين.
نانوَاَللّٰه جي يارَ ”سچوءَ“ کي، محبن ساڻُ مِلائين.

## ڪافي ٦

وعدو ڪِيئن وساريُوَ،
يَلا سائين، ڪيئي ڳالهيون ڳالهيون!

اَسان نماڻن سان يارَ پيارا، ڪو ڏينهن مانَ گُذاريُوَ.
ڏکَ ڏيئي وَئين اڳِي ڳوُن اڳرا، وري نہ پوءِ نهاريُوَ.
هيڏانهن هوڏنهن چِني اَسان کي، پنهنجِيءَ ڪَڏِ قطاريُو.
آتڻ چَرخو وِيني چوريُم، ڏيئِي سو عِشق اُڏاريُوَ.
سي ڪنهن ساعت سانول سائِين، ”سچوءَ“ هِت سَنياريُوَ.

## ڪافي ٧

جو تو پير پَري آئين،
تنهنجي ٿوري هڪ نَتِي پُڄان... اَلا، ميان!

عاشقَ هِتي لَکين هزارين، لَئون اسان تو لائين.
عَيب اَسان ۾ آهن اَپارين، اِهي يَلا ڪيو تو پائين.
ڏوهَ ڏنگايُون ڏسي اَسان جون، چِٽُ نہ اَسان تَئون چائين.
راتو ڏينهان يارَ اوهان جا، ڳُڻَ ”سچو“ تو ڳائين.

## ڪافي ٨

### اَڙي اَلو اَلو، رانوَل آيو راڄَ ۾!

ويَڙا سورَ سنڌو ڪري، اَڄُ پيئَر ٽِيَڙم پَلو.
جنهن ساعت گَڏيا سُپرين، سا ساعت ڪنهن نہ سَلو.
ڳالھ نہ ڪريو ڪا ٻِي، هاريون اَوهين هَلو.
ڏهاڙي ڏسڻ گوءِن، وارُ نہ پَوندو وَلو.
اَصل آهي اُنهن سان، روحَ منهنجي جو رَلو.
”سچو“ گَڏيو سَڄڻَنِ، گَرَن لَڳو گَلو.

# جهولڻو

جاني آءُ ڙي جاني، ميان،
آءٌ تا روز پُڇان ٿِي پانڌيؤن.

تنهنجي اَچڻ ڪاڻ هِت، پوٽيون ٿِي پٽايان،
سَنجهي صبح سَرتيون، ٿِي پانڌي پُڇايان،
ڏاها تنهنجي ڏيهَ ڏي، ٿي ڪانگلَ اُڏايان.

پِرين تُنهنجي پارَ ڏنهُن، اچي قاصد جي ڪوئِي،
حالُ سڻايان پانهنجو، تَنهن رهَبر کي روئِي،
جانِي جال اسان جي هاڻي هجر ۾ هوئِي.

دلبَرَ تنهنجي ديس ڏي تِي ڏسان ڏيهاڙيون،
نانوَ تنهنجو سُپرين اَسين وَس نہ وساريون،
ڪِچيءَ پائي ڪپڙو زور ڪريان ٿي زاريون.

اُتي ويني اوتيان آءٌ پنبڻين مان پاڻِي،
اَچي ڏِسج سپرين تون حال منهنجو هاڻِي،
درد مَنديءَ جي دل ۾، تنهنجي سِڪَ تا ساماڻِي.

تاڪؤن سَجَڻ تانهنجِي هِينڙي حيرانِي،
ڏيئِي ڏکيءَ کي وئين تون نِيهُن نہ نِشانِي،
سدا "سچو" آهي، ميان، تُنهنجي ڪِچِيءَ ۾ ڪانِي.

# سنڌي پورب

١

گنگا ڪانءُ گُذرُ، آهي ڪِنين ڪاپَڙينِ جو؛
ڪڏهن لوڪ نہ لَڙيا، سدا تَن سَفرُ؛
آهي نامُ مَشَرُ، اُنهن اڏوتِين جو.

٢

جوڳِي آهن جي، گوش گنگا ڏي تَن جو؛
آهِن ڪوڏيا ڪاتَ جا، پُڻ ڪاپَڙي ڪي؛
سِرُ سنباهِن سي، جنين ناتو ناٿَ سان.

٣

جوڳِي جال ڏنامَ، پر ڪو ڪو لَيِي ڪاپڙي؛
هي ويهي وستِن ۾ ويا، هو نہ لوڪِ لَڙيامَ؛
تنين ڪاڻ ٿِيام، هَي هَي هِهڙا حالَڙا.

٤

جوڳِي جالَ ٻُجهَن، پر ڪونہ لهان ڪو ڪاپڙي؛
تن ڳُڻن پَريَن جِيون ڳالهڙيون، ٿيون "سچل" ساهَ سُجهَن؛
لوڪِ نہ ٻئي لُجهنِ، ٻِگر نالي ناٿَ جي.

٥

جوڳِن اوري جُوءِ، جي لوڪان لعل لِڪي ويا؛
لاهوتِي لنگهي وڃِي، حُر پيا ۾ هُوءِ؛
راسِخَ روبروءِ، وڃِي ٿيڙا ناٿَ جي.

٦

جوڳِي آهن جالَ، پر لاهوتِي لنگهي ويا؛
هي مِڙ مِڙ ڪَنِ مَٽِيَن سين، هو ڪڙا متي خيالَ؛
سي لانگوٽيا لالَ، پيئَر ياڳِ ملن مون.

٧

لوڪين لاهوتِي، ڪنهين پَر نہ پرپِيا؛
سي پنهنجي رکِي پور ويا، سالِڪَ ثابوتِي؛
اُهي اڏيءَ آڏوُتِي، نانگا ويَڙم نِڪري.

٨

ڪري لنگهيا لوڪَ مؤن، لاهوتِي ڪوڙا؛
گهوڙا ڙي گهوڙا، جو مون من مستانو ٿيو.

٩

پُورب ڇَڏي پوءِ، آڏوتِي اڳِي ٿيا؛
ويا اُڪنديا اڳِنان، نہ ڪنهن لَڙيا لوءِ؛
رِجائي رتُ روءِ، ويني واٽَڙيَن تي.

١٠

جوڳِي جالَؤن جالَ، پر لاهوتِي لنگهي ويا؛
هو هلي ويَڙا حالَ ۾، هي قابو متي قالَ؛
هَي هَي مُنهنجي حالَ، جو حالُ نہ پيو هَٿِ مُون.

١١

جوڳِن هِت جايون، جي هُنَ لوءِ لِڪي ويا؛
تپش تيش تَن ڪي، وجَن لاهوتِي لائِيُون؛
ووءِ ووءِ واتِ وِجهي ويا، وَيراڳِي وائِيُون؛
آڏُوتِن آيُون، خَبران ڪاتِي ڪُسَڻ جِيون.

١٢

جوڳِن آھ نہ جنگِ، ھِن سُلوڪِي سپَ سان؛
جيجان ھن جهانَ ۾، ھِن طُريلا تَنگِ؛
ڪنهن جي رتا رنگِ، ماڻِڪ مُنهن مَشعلان.

١٣

لاھوتِي ھِنَ لوءِ، آيلِ آھن اَڄُ پِيِ؛
ووءِ ووءِ اجان پَوندِي، پوربيَن جِي پوءِ؛
اِنِ ڪاپَڙيَن ڪي ڪوءِ، سَٻگر مَنجھ صَحِي ڪري.

١٤

لاھوتِي مَون لوڪَ، ٿورا ڪري لنگھيا؛
سدا سامِيَڙن تي، محبتَ وسي موڪ؛
سي زائِر منجھوُن ذوقَ، ڪَنڌُ ڏيَن ٿا ڪاتَ تي.

١٥

ڪاپَڙِي مون ڪالَھ، اجان ڏنا ڏيہَ ۾؛
ھَي ھَي منهنجي حالَ، جو ساڻن ٿِيَسِ نہ سنگتِي.

١٦

ھُو جي ڏنا ڏيہِ، ڪالھ اَجا مون ڪاپَڙي؛
سي اَڄُ لنگھيا لوءِ مَون، دانهَ چڏي ديهِ؛
ھاريُون ھُوءِ ھَڏيھِ، موٺَن ڪِين مَڪانَ تي.

١٧

پُورب پَنڌُ نہ آھ، ڪڏھن ڪاپڙيَن ڪي؛
جِت ماڻھو ميڙاڪو ٿئي، سا جُوٺي جوڳين جاءِ؛
سامِي سِرَ سواءِ، سودو ڪن نہ ڪو ٻيو.

١٨

پُورب آھ نہ پَنڌُ، ڪڏنهن ڪاپَڙيَن ڪي؛
سي ڏيندا ويراڳي وِجِي، ڪاتَنِ مٿي ڪَنڌَ؛
ھوءِ سَندنِ ھَنڌُ، جو لُڙ ڳَڏِجي لَعل ٿِيا.

۱۹

پُورب رکِي پيرُ، کَن پُڇَ پَراهين پنڌَ جِي؛
ٻيو کو وجي اتهِين کاپَڙين ريءِ کيرُ؛
جنهن کي ڦِکَلُ نہ ڦيرُ، کنڌُ ڏيندو سو کاتَ تي.

۲۰

پُورب پنڌ نہ کن، کنهين ويلي کاپَڙي؛
کوڏِ کَپائڻ کنڌَ جو، توڙؤن آهي تَن؛
”سچل“ سدا سامهون، آڏي آڏوتَن؛
سي وجِي کاتِ ڏينِ، گردنون کنيو غار ۾.

۲۱

جاڏي پُورب پنڌُ، تاڏي آءٌ نہ وڃڻو؛
هي هِنن جو هنڌُ، منهنجو هنڌُ هِنگلاج ۾.

۲۲

پُورب پُڇيائون، پَر پيرُ رکيائون پَرنان؛
اوريان پَريان پنڌڙا، سي لَس لنگهيائون؛
اِئين اُتيائون، تہ گُرَ اَسين نہ گڏيا.

۲۳

پُورب کانءُ پري، نانگنِ نظر آهہ تا؛
نِگھہ وجهن ناٿَ تي، پريَون پير پَري؛
مَنجهؤن ذوق ذري، گُرَ گڏيا وجِي گودڙيا.

۲۴

پُورب پَير ڏرن، کن وِچَٿَ پارهين پنڌ؛
تي؛ قدم رکي کاتَ تي، کنڌُ قربان کَرن؛
کوڏؤن کاپَڙن، ”سچل“ سِر صدقي کيو.

۲۵

متي کاتَ ڦدمُ، کاکيون کاپَڙيَن جو؛
سنسو ميٺي سروپ ۾، ”سچل“ ٿيا سي سَمُ؛
سدا ساميڙن جو، دَمامين سان دَمُ؛

آديسِي عَدمُ، ٿيا نالي اَندر ناٿَ جي.

٢٦

ويا هَتَؤن ويهِي، اَجا ڪالهه ڪالهوٽي ڪاپڙي؛
آيل آڏوتِن جِي، ڳالهه ڪريان ڪيهِي؛
”سچل“ ساري سک مان، ڳاروڙي ڳيهي؛
پُورب ۾ پيهِي، وڃِي واصِل ٿيا وصالَ ڪي.

٢٧

هَي هَي ڪالَهه هِتاءُ، اَجان لاهوتِي لانگهيا؛
ڪونَ وڃَڻ جو مون ڏنو، سامِيڙَنِ سماءُ؛
تا ڪو پَوي پِرياءُ، مَن لاهوتِن جو لوءِ مَؤن.

٢٨

ويا لاهوتِي لالَ، لورا ڪري لوءِ مَؤن؛
ڳالهه نہ ڳرهَڻ جهڙي، مگر مُنهن مَشعال؛
هَي هَي هِهڙي حالَ، ساريون سي سَڌَ مَران.

٢٩

جو پَنڌُ جوڳِيڙن جو، سو آڏوتِن آجاءِ؛
گنگا ۽ گرنار ڏي، جوڳِن پَنڌُ جُڳاءِ؛
پنڌُ اُنهِين ڳؤن پَرنان، آڏوتِن ڪي آءِ؛
تان تان ٿِين نہ جاءِ، جان جان ريجهَنِ نہ رامَ سان.

٣٠

ڪوڙين قربانِي، آءٌ تا ڪاپَڙيَن تَؤن؛
ڏيئي ويا جي ڏيل ڪي، هَي هَي حيرانِي؛
ماريون مِهمانِي، آءٌ تا سِرُ ڪَريندِيس صَدقو.

٣١

ڪري لورا لنگهيا، هَي آڏوتِي اَڄُ؛
مون هَئون اَمان يَج، جو آءٌ بہ ويندِيَس اَن سين.

## ڪافي ١

آءٌ ڪوڙين ٿيان قُربان، جوڳِيڙن جي جات تَؤن!

ڪاڪيون ڪاپڙيَن جو، ڏاڍو آهي مون اَرمان.
آيل آڏوتِن جو، آهي گنگا ۾ گذران.
نانگن سَندي ڳالهڙي، هِت پورب ۾ پَروان.
”سچو“ ناٿ نِهارينِ چو ٿو، ٻئي هنڌِ ٿي ٿُون مِهمان.

## ڪافي ٢

ساڄِي مون تا سڃاتو،
اُهو جيڏيون يار منهنجو!

اَصل لاڪَؤن آهي انهيءَ سان، هن نماڻِيءَ جو ناتو.
تہ ڪو ٿي ڪري جوڳِي اِيندم، جاڻُ نہ هِيئن مُون ڇاتو.
ڏسِي صورتَ ساري سُهڻِي، عشق اُنهيءَ سان مون لاتو.
هِيءَ نماڻِي عيبَنِ هاڻِي، پيچ پاڻهي تَن پاتو.
سَهَو ”سچو“ ري ڏسي اَسان جي، ڇِٽُ نہ دلبر ڇاتو.

## ڪافي ٣

ڄِيجان زلفن واري،
اُنهيءَ ساميءَ مَن موهيو!

باه برہ جِي اَندر اَسان جي، ويو سو ٻَهڳَڻ ٻاري.
هِجر فراق پِيي وو يار اسان کي، ڪُوڪان ٿو هِت ڪاري.
جوڳِي ڪِيَڙوُ جيءُ اسان جو، مونجهہ اُهو ٿو ماري.
اَڇڻ سنديون يار اوهان جون، ”سچو“ واٽان نِت نِهاري.

## ڪافي ۴

**ماري ويو ڪالهه رات،**
**سونهن پريو سو تا ساميَڙو!**

**راتو ڏينهان روح کي، طَلبَ تَنهن جي تات.**
**ڪينَ سُجاتم سرتيون، تا ڪهڙي آهي ذات.**
**سور نہ جهلڻ جِهڙو، هاريون ڙي هيهات.**
**اَنئي پهر تنهن جِي وائِي، ”سَچوءَ“ کي آهي وات.**

## ڪافي ۵

**جو هوم ورونهن وارو،**
**جيجان گڏيم سو تا جوڳِيَڙو!**

**اڳِينءَ پوئِينءَ ڳالهه جو، خيالُ سَليائين سارو.**
**سُورن جي سوغات سان، آيو اوڏانهُن وٽجارو.**
**پَسڻ سان پيدا ٿيو، سيني مَنجهه ستارو.**
**صورتَ تنهن جِي سقِري، مَشعل مُنهن موچارو.**
**جُڙِي وينو جان ۾، بِرهه اُنهيءَ جو بارو.**
**آهي ”سچوءَ“ جو سرتيون، اِهو اکين جو اُجارو.**

## ڪافي ٦

**کھڙي ڳالِهيؤن يارَ، ڪِيئُنِ بيراڳِي اسان ڪي!**

**درد منديءَ جي دل تي، باري چاڙهيئي بار.**
**اَصل ڳون آرام وڃايا، جانِي تنهنجي جار.**
**مون ڪي يار جدائِيءَ ماريو، آءٌ روئان زارو زار.**
**ڪيئِي داناءَ ديوانا ڪِيَڙا، تنهنجي حُسن هزار.**
**غمزي سانڱُ غلام ڪياسي، ”سچو“ ري سردار.**

## ڪافي ٧

**هَي هَي هِن حالَ وي،**
**سَڄَر ٿيس نہ سامِيڙن جي!**

**منهنجو آهي ڪم ڪاپڙين ۾، نا تہ جوڳِي آهن جال.**
**ويمَ ويساهي نڪري، اُهي رات لانگوٽيا لالَ.**
**ڳوليان ڦوليان واٽڙين تي، جي ڪُهِي ويَڙم ڪالهہ.**
**ڪاٿَ اُتي ڪَنڌ آڻ ڪَپاوڻ، لاهي جيءَ جنجالَ.**
**منجهہ گوداوريءَ من ڳڌجن، جن جا خواب خيالَ.**
**راتو ڏينهان آهي هوتن جِي، ”سچوءَ“ ساهَ سنڀالَ.**

## ڪافي ٨

اُڌر پَکيڙا پار پرينءَ جي، خبر مون آڻي ڏئين، لا!

ڪِين ڏٺئِي سي سُپرين، واٽ تا ڪنهن بيءَ وئين.
پاڙي ويهي پِرين جي، وچِي تون واقف ٿِئين.
سُڌ سِيائِي مون ڏئين، جڏهن پاڙِي اَڪين جو پئين.
سوز "سچوءَ" جو پاڻَ سان، ادا ڙي نازڪ نِئين.

## ڪافي ٩

عاشِقُ ڪِيتُئِي اُداسِي، وهواه ڳالهه خاصِي!

روز ازل ڪؤن لؤن لؤن منهنجي، واءَ ورهَ جي واسِي.
دِلڙي اسان جي سُهڻا سائين، پهريون ڪِيَئي پياسِي.
هيڏي هوڏي ڪين وياسي، باسَ اِها اَسان باسِي.
بيخوديءَ مون باغ بهاران، خوديءَ ڪانءُ خلاصِي.
بِره آنجي ڪيو بيراڳِي، "سچو" رنگ سنياسِي.

# سارنگ

## داستان پهريون

١
مون ۾ آهين تون، تو ۾ آهيان مان؛
بجلِي بادل سان، آهي جيئن سُپريم.
٢
سارنگ سندا ساٿَ، سرتيون سانڍِ آئيون؛
ڦيريو راڳن ناٿَ، وِڄُن ويس وَس ڪيا.
٣
پورب سندي پار جا، ڪڪر ڪارونيار؛
وِڄُن ۾ وَڄڻ سان، چڙهن تا چوڌار؛
اُيي کي آبِيندي، لڏئون سِنڌُڙِيءَ سار؛
ساوا ٿيا سَنگهار، موليٰ سَنديءَ مِهرَ سان.
٤
موليٰ سَنديءَ مِهرَ سان، ساوا ٿيا سَنگهار؛
ڏلهي چڏيو ڏُت سان، ڏوٿيين ڏِيار؛
ترايون تجل جون، ٿيون تارون تار؛
سَو راهين سنوارَ، صاحب سَٽائي ڪَئِي.
٥
بَهه بَهه ڪندا آيا، بيهر بَڪَروالَ؛
ڪڪرن جي ڪڙڪات ڪان، ويا ٿِهي مالَ؛
آهُن ۾ اڃِي پَئِي، چونگن سندي چال؛
منداڻي مندل ڪيا، جر اُنا جالَ؛

پَلَر سان پُسِي پيا، پنھوارن پَلال؛
جھُرِي پيون جھوپيون، جھانگيڙن آجھالَ؛
ٺَنگو ڪَج نہ نِڌر ڪي، نِماڻن ٺَنگ پالَ!
جَنِ جا ھِھڙا حالَ، تن پَرور پَت رکيج تون!

٦

مِھرَ سَندا مِينھَن، شاھ وسائِين شَل!
جھُرِيَلَ منھنجي جھوپِڙي، بنا جھَلي جھَلَ؛
ڪاھِلِ تي ڪَھَلَ، ڪندين شالَ ڪريمَ تون!

٧

وِڄُن وِڪَ وَڌائِي، وَسَڻَ وَسُ ڪِيو؛
وَڄَڻ واڄا واھ ڪيا، پَلُر پوءِ پَلِٽيو؛
”سَچا“ سائو ٿِيو، سِپڪو سارنگ آئي.

٨

نازڪ سندو نِينھُن، آھي اِئين جيڏيون؛
پنھنجي رائِي ريج ڪَري، جيئن ساون مِينھُن؛
راز رکي ٿو ريھُن، مَن ۾ محبوبيءَ جو.

٩

راتاڪو ريھُن سان، رِڻَ ڪيائين ريجَ؛
پَٽَن مٿان پَلٽِيون، ھِيرون مَنجھان ھيجَ؛
بَرن ۾ بھارَ ڪئِي، گلزاريءَ جي گيجَ؛
”سَچل“ سارنگ سيجَ، سونھين ساوڪ وچ ۾.

١٠

سارنگَ رنگَ ڪيا، پوياڙيءَ پَٽَن تي؛
ٻَڪَر ٻاٻاڻن جا، پَلَر پِي ڍِيا؛
ڏيھان ڏرت ويا، موليٰ سنديءَ مِھرَ سان.

١١

عالم کي آگاھ، سارنگ کندو آئيو؛
ڳڙ جيئن گوڙيون ڪَري، ڪاھيون اَچي ڪاہ؛
وايوءَ سان وارا ڪري، ٺاھيو اَچي ٺاہ؛
وَساياٽِين وَڏ ڦڙو، واٽن تي واہ واہ؛
گلزاريون ۾ گاہ، پَٽَن تي پڌرا ٿيا.

١٢

اَڄ پڻ پورَبَ پارَ ڏي، ڪَڪر ڪَڪوريا؛
سارنگَ سُرَ سُرائتا، ساجھُري سوريا؛
سُر منڊل ۾ سارنگيون، چَنگ چڱا چوريا؛
اُڀَ اُتي اوريا، طَبَلَ تارون تيج سان.

١٣

وسِي پيو وَڏ ڦڙو، پِنيون پٽ پَريون؛
پَٽاريون پِٽُن تان، وٺاٽين وريون؛
ڪِيرن جو ڳريون، چاڏيين ڏنئون چاہ مان.

١٤

چاڏئين ڏنئون چاہ مان، ڪيرن جون ڳريون؛
وھائيندِيون سي آئيون، ٽٽن مان ٽريون؛
پَٽاريون پريون، آيون وسائي وَڏ ڦُڙا.

١٥

والي وسائيج، درد منديءَ جو ديس؛
پِرين مون پرديس، اُنِي اِيندم اُوڏڙا!

١٦

مُندون موٽي آئيون، جھُڙ جھجھا جوٽيون؛
پَلَرَ ساڻ پُر ٿيا، پونا ۾ پونيون؛
پَسِي مِينھن مھر جا، ميھيُون اَڄُ موٽيون؛
چَريو اڃن چوٽيون، وٺاٽين ولَر ڪيو.

١٧

والي وري تون، وطن تي وسَ ڪرين؛
مِنهن وسندي مون، سڄڻ ساريم سُپرين!

١٨

ديسا ديس وسِي پيا، رحمتَ جا درياهہ؛
گلزاريون ۽ گاهہ، پونن تي پڌرا ٿيا.

١٩

سارنگ سعي ۾ اَتِي، ”سچل“ سستِي ڇڏ؛
مٿان ايندءِ اوچتو، هاڻ نہ مُڙندءِ هَڏِ؛
اَجهاپِي ڪا اڏ، وسَڻَ ڪان اڳي وڃِي.

٢٠

سارنگ ساري رات، رٽن مٿي ريج ڪيا؛
پَکن پرڙا سوئيا، پِره ڦٽِيءَ پريات؛
پَٽن تي پڌرا ٿيا، گُلَ ڦُلَ پاتون پاتِ؛
وائِي سڀ ڪنهن وات، ”سچل“ سارنگ ساٿ جِي.

٢١

سارنگ صبح آئيو، گوڙيون ڪري گاجَ؛
هاري هَليا هاجَ، ڪُڙمين هَر ڪُلهي ڪيا.

٢٢

پينر نا پانئيو، تہ بوندنِ ڪَئي آ بَس؛
اِجهوڙِي آئيو، ورِي ويتر وترو.

٢٣

اڪين آب وهائِيو، سرتيون سارِي راتِ؛
وهائِن وڏ ڦڙو، پرچن نا پرياتِ؛
پينر ڪان برساتِ، اَڪين اوتڻ سکيو.

٢٤

هِڪ وسَڻ بيو وڄَڻ، ٿيون لَهي پيو سيءُ؛
جهوري وڏئين جهوپيون، ڇَن وڏائين ڇِيءُ؛

رنُن جو رڻَن ۾، واهَ وسيلو ٿِيءُ؛
حال جنين جو هيءَ، تَن پَرور رک پناهَ ۾!

٢٥

اَول آنڌي آئي، پويان جهُڙ جهَجهو؛
نڪو اولو آسرو، نڪو اوٿَ اَجهو؛
ڏهيلين ڏجهو، تَن پروَر رک پناهَ ۾!

٢٦

اَول آنڌي آئِي، پويان ٿي برسات؛
رعد جي رڙين ۾، پيٽي نہ هُئِي باتِ؛
ويچارين ورن جي، وائِي هُيَڙي واتِ؛
مٿان وسَڻ هينان چِڪڻ، سيءَ مُيون سڀ رات؛
پِرهہ ڦٽي پِريات، ڪٽڪان ڪاڏين گڏيون.

٢٧

اَڄ پوربَ پار ڏي، ڪَڪَرن ڪيا ڪوڙَ؛
صبح ويل سويلَ جو، سارنگ لاتِي سوڙَ؛
وڄن واڄا واه ڪيا، مينگهہ ٻَڏا اَڄُ موڙ؛
لوڪان لاتِي لوڙَ، موليٰ پنهنجي مهر سان.

٢٨

اُتَران اوري، بادل بَرسِي آئيا؛
سُرَ سُريلا سوز جا، سارنگ ٿو سوري؛
گهوري مان گهوري، اجهو اگهَڻ آئِيا.

٢٩

اُتران اوري، ڪئِي چِمڪٽي چَمڪات؛
اُتان ڪيائين اوچتِي، لس ٻيلي تي لاٿَ؛
منڊلَ ٿيا مَڪرانَ تي، گوڙن جا گَڙگاٽَ؛
ڪَڪَرن مٿان ڪيچ جي، ڦڙڪِي ڪاڏا ڦاٽا؛
وري ورتَئون واٽ، ”سچل“ سائي سنڌ جي.

٣٠

سچلَ سائِي سنڌ جي، وري ورتائون واڻَ؛
جهُڙ ڦڙ جهُلي آئِي، جهتِڪو ڏيئِي جهاڻَ؛
وسِي پيا وڏ ڦڙا، گهيڙ پُسائي گهاٽَ؛
لاتِي اج اُساڻَ، سارنگ سنگهارنَ جِي.

٣١

سارنگ آيو صبر ۾، بوندن ڪئِي بَس؛
رنگا رنگِي رسِ، قَزح ڪَڍي نيل تي.

# هير رانجهو

## داستان پهريون

١
ڇڏي ملڪيت مال، رانجهو رڻُ چڙهي هليو؛
قسمت ڪَيُس ڪنگال، نہ تہ حاڪم هو هزار جو.

٢
حاڪم تخت هزار جو، قسمت ڪيو ڪنگال؛
مسڪينيءَ جو مردَ ڪي، خطرو نڪو خيال؛
محبت مستانو ڪري، ههڙو ڪِيَڙس حال؛
پُڇي جهنگ سيال، حُب نہ تخت هزار جي.

٣
مالڪ اُنهيءَ مُلڪ جو، رانجهن مان راجو؛
الفت ڪان عطا ٿيو، ڏکن جو ڏاجو؛
عشق ڪَيم آجو، دنيا جي ڪُلَ دردَ ڪان.

٤
مالڪ تخت هزار جو، رانجهو آءٌ راجا؛
ڪانِي مون ڪي قلب ۾، قربَ هئين ڪا جا؛
ڏکن جا ڏاجا، لکيا هُيَم لوح ۾.

٥
شاهِي هُيم شان، دلبر پنهنجي ديسَ ۾؛
اُتان آيس اوچتو، ڪٺِي سورن جو سامان؛
ڇا منجهارؤن ڇا ٿِي آيس، اهو اٿم اَرمان؛
حيرت ۾ حيران، مون ڪي هِير هِتي ڪيو.

٦

رانجهو هُيس راءُ، مالڪ پنهنجي ملڪ جو؛
اديون عشق انڌو ڪيو، پيَرِم ڪِين سَماءُ؛
گُهورن ڪيم گهاءُ، هِتي اَچِي هِير جي.

٧

اَچڻ اوڪو مون هُيو، هاريون آندم هِير؛
پنهنجي لِکِئي پاڻَ کي، پاڙڻ پَئي تقديرَ؛
ڪانہ هلي تدبير، قسمت قيد الماءَ سان.

٨

جوڳِيا ويسَ ڍڪي، لاٿم سڀ لباسُ؛
پَٽ پٽيهرَ بافتا، نيٺ ڪيم ناسُ؛
ڪيو نينهن نِراسُ، دنيا جي درد کان.

٩

مون کي ماءُ ڪيو، چوچڪ ڏيءَ چريو؛
عقل هوش نيو، منهنجو محبت وارئين.

١٠

چوچڪ ڏيءَ چَريو، مون کي ڪيو ماءُ؛
پيَرِم ڪونہ سماءُ، آيل عشق انڌو ڪيو.

١١

شاه هزارِي هوت کي، محبت ڪيو ميهارُ؛
عاشقن کي عارُ، کهڙو آهہ قريبَ کان.

١٢

مور نہ محبت کان مُڙان، هتي اَچِي هاڻ؛
ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ، ڳِئون چاريندس ڳوٺ جون.

١٣

ڳِئون چاريندس ڳوٺ جون، ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ؛
اها روح رهاڻ، مَنَ پِي ميلي محب سان.

١٤

ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ، ڳليين ٿِيس ڳنوارُ؛
من مون ملي يارُ، لَهنَ ڏولا ڏيل جا.

١٥

نورنگ ندورو، ڪيڙو وجهان ڪوهَ؛
رانجهو منهنجي روحَ، سدا وسي ٿو سرتيون.

١٦

ڪيڙي نا ميڙي، موليٰ مون ڪي جيڏيون؛
جهنگ سڄو جهيڙي، تہ بہ رانجهن منهنجي روحَ ۾.

١٧

ڪيڙو وجهان ڪوهِ، نورنگ ندورو؛
دل اَٿم ديرو، هزاريءَ جي هوت جو.

١٨

واحدَ شالَ وجهين، چڱي چوچڪ چت؛
پَرور رکين پَتِ، سدا سِڪَ وارئين!

١٩

ريجهي روح رانجهي سان، ڪيڙو ڪيَڙتالُ؛
وِڏؤن وجهي وچ ۾، چوچڪ ڏسُ چندالُ؛
مادر مِهٽا ڏئي جهجها، جهيڙي جهنگ سيالُ؛
منو مون مِهوالُ، مون مور نہ وسري.

٢٠

هَر هَر وينو هِير جي، رانجهو ڏسي راهَ؛
وينو وڃائي وَنجهُلِي، چاهون تي چناهَ؛
سانديو وتي ساهَ، "سڄل" سور سڄڻ جا.

◈

## ڪافي

جو جوڳي زلفن وارو،
سو سامِي مون تان ڪين سُجاتو!

ڳل ڪئي ڪفنِي دست پَهوڙا، مشعَل مُنهن مُوچارو.
انگ پيوت بنائي آيو، بيک پئِي وڻجارو.
ٻئي لباسَ ڪو رانجهو اِيندو، ڇڏي تخت هزارو.
سببَ انهيءَ گون ڪين سُجاتم، ماريو مُئيءَ لئہ وارو.
”سچو“ سُجاتو رانجهو آهي، جڏهن جمال سَليائين سارو.

## ڪافي

جو اڱڻ پيهِي اَچ آيو،
سو سامِي مون تا صحيح سُجاتو!

بيراڳيءَ جو بيک ڪري، تنهن ڪيڏو هنر هلايو!
سَر جهَٽائون جوڳِن واريون، تنهن لِڱين بسمو لايو.
مُرليءَ مست آواز اُنهيءَ جي، منهنجو روح ريجهايو.
رانجهو تخت هزاري وارو، موليٰ آٽي ملايو.
عطر عبير اِنهيءَ جي ڪارڻ، مون تا مُشڪ مَلايو.
پياري هِي سِر پاڻون ڄاڻي، ”سچوءَ“ کي سمجهايو.

# داستان پيو

١

لوڏي ڪَڏيائون لوءِ مان، رانجهَنُ رمزدار؛
جاتي هليو جان تي، جوڳِن جو جنسار؛
مُرلِي مَٽيادار، چوريون وتي چاهَ مان.

٢

اَلستِي آواز کو، منهنجي ڪَن پيو؛
هِردي اندر هِيرَ جي، آهي ڪونہ پيو؛
مُرليءَ مست ڪيو، جوڳِيڙن جي جيڏيون.

٣

ڪاريهَر قتِيلَ، گودين وڏا گودڙئي؛
مَنڍيو وتي مَنڍن سان، نانگ نسورا نِيلَ؛
رانجهَن جي رسِيلَ، مُرلِيءَ مستانا ڪيا.

٤

مُرلِيءَ تي تنهن مَردَ جي، ڪنيا ڪاريهرن ڪَرَ؛
بِرَ چڏي باهر ٿيا، نِيلا نِڪري نَرَ؛
زهري منجھ زهَر، جوڳِيڙي جهَتي وتا.

٥

جن کي اَڏيون اوچتي، ڪاٽيو ڪاريهَر؛
تَن جي خاص خَبَرَ، جاچيو جوڳِيڙن کان.

٦

جاچيو جوڳِيڙن کان، تن جي خبر خاصُ؛
نانگن ڪيا ناسُ، سِنگهَڻ سان سَوَن مٿي.

٧

ٻِرَ مان ٻاهر نڪري، ڪاري ڪنيا ڪَرَ؛
ڏَرُ اِنهيءَ جي ڏَرَ، جهِين ڏَرُ نہ ڏيهہَ ۾.

٨

سَپ سُجاتئون ڪين ڪِي، جوڳِن ماري جڪَ؛
جَنين سِنگهيو ڪَڪَ، سياڳا سي ئِي ٿِيا.

٩

ڪُنڍَلَ ڪَنَن ۾ وجهِي، خان ڇڏي خانِي؛
جوڳِيسَرُ جانِي، راوِيءَ طرف رَوِي هليو.

١٠

راوِيءَ طرف رَويو، جوڳِيسَرُ جوان؛
هيڪر هِيرَ اُڪيرَ ۾، مَرد ٿيو مستان؛
سورن جو سامان، ”سچل“ ساڻ ڪِٺِي هليو.

١١

ڇڏي چاه چنابَ جو، راوِيءَ ڏانهن رويو؛
مُرليون سُرليون، ونجهَليون وڄائيندو ويو؛
ٿانِيڪو ٿيو، سو نانگو نورنگ پُر ۾.

١٢

جوڳِي آيو جُوءِ ۾، مَرڪٽو مَٽدار؛
مرلي مستانا ڪيا، جنهن جي لک هزار؛
ڪاريهر ڪَردار، نِيلا ناڻ نوائِيا.

١٣

منڊَڙا، مَڙهي، جوڳِي آيو جوءِ ۾؛
پڙهيو سو پڙهي، مَنڊَڙا محبوبن تي.

١٤

ٽُنبيون ٽَن ٽَٽي، جوڳِي آيو جوءِ ۾؛
ڪنهن جي قربَ ڪٽي، رانجهو روليو رُڃَ ۾.

١٥

نيٺِيءَ نورنگَ پور ۾، ويھڻ وھُ ٺيو؛
ڏوراپا نہ ڏيو، جنھنجو چاھُ چناھَ سان.

١٦

نيٺيءَ نورنگ پور ۾، ويھڻ ٺيو وھُ؛
قسمت كاريا كَمَتڙا، مانديءَ لڳو مِنھُ؛
ورھَؤن كَڍِي وھُ، ورھَ سندي واسِينگ جو.

١٧

هاريءَ ٻڌي هيرَ، مُرلِيءَ كَئي مَڳَڻُ؛
”سچو“ وسري كِين كِي، ويچاريءَ وَچَڻُ؛
لانگوٺيءَ لَڳَڻُ، لِكيو جنھن جو لوحَ ۾.

١٨

هُتي كير هُيس، هتي آهيان كيرُ!
سالم اهي سيرُ، ”سچل“ سِكَ كَرائِيو.

◈

## كافي

آءُ اسانجڙي ديري،
توكي گھڻو ساريان ٿي.
نا تہَ مُحب مَران ٿي.
تون تا ميڏا، مين تا تيڏي، كُھِ گھتان سڀ كيڙي،
هِت گھُنگھَر گھاريان ٿي.
اَڱڻ ساڏي آءُ پيارلَ، لَھِ پَوَن سڀ جھيڙي،
تولئہَ هَنجُون هاريان ٿي.

# جوڳ

## داستان پهريون

١

ڏوٽِيءَ منجهہ ڏيانُ، آهي اَڏوتِن جو؛
گُم ٿِي گُرگم گودڙيا، ڪَن گروڙي گيان؛
اَصل ڪان اَشنانُ، گَنگا جمنا ٿَن جو.

٢

پورب پَنڌ نہ وڃڻا، ڪِرنارِي گمنام؛
ويچاري ٿي واٽ تي، ڪَرن ڪين وسرام؛
سيني ۾ سَنگرامَ، سَچا سَنياسن جي.

٣

پوربَ سندا پيرَ، لاهوتي لَڌي ويا؛
ڪِرناري ڳُنير، سَچا گُم گُر گيات ۾.

٤

ورلو ويرڳِي، گِيانِي، ڏِنم گودڙيو؛
پُليا ڏِنم پيرَ ۾، يوڳِي ۽ ياڳِي؛
طالبُ تِياڳِي، لَکن ۾ ڪو هيڪڙو.

٥

جوڳِين جڻائُون، جوڙي جوڙيون جان تي؛
چَمڙا ٻڌي چيلهہ سان، ٽُنيون ٽَٽيائون؛
جَنجيرن سان جهان تي، ڪِشتا ڪَڙيائون؛
گَروڙي گائون، پورب پنڌ پُڇي ويا.

٦

جوڳي ڀاتون ڀات، پَر منهنجو اَڏوتِن سان؛
سَفر ويا ساجهري، رهيا رُڳِي رات؛
طلبَ تنين جِي تات، راتيان ڏينهان روح کي.

۷

آهِن اَکيچارَ، اَنتر مُک اڏوتَ؛
پورب سي نہ پُريا، نہ کِي کَن پرچارَ؛
اَٺ ئي پهر اَڃَ ۾، رهن سي گُم گار؛
سَچَل سَنسکار، سَنسا تِن وڃائيا.

۸

اَجا اڏوتِي، آهن اکيچارَ؛
اَوديا اَهنکار، پَڄِي جن پورا کيا.

۹

کاپَڙي کَن قاڙَ، آيل اَڄ لنگهي ويا؛
مَست کري ويا مَن کي، مُرلين سان مٺيارَ؛
تَن جوڳيڙن جي جاڙَ، مون کان مُئي نہ وسري.

۱۰

کاپڙِي قنديلَ، کنيو گهُمن گودڙيا؛
ڇَبَت کري ڇبَن ۾، وتن کاريهرَ قتيِلَ؛
مُندن مُرلين سان اُهي، آڏوتي اَصيلَ؛
”سچل“ سِک سَبيل، جيءَ ۾ جوڳيئڙن جِي.

۱۱

لاتِي لاهوتين، ڏرم جي ڏوٽِي؛
پَنبہِ جي پوٽِي، ساڙي سنياسِي هليا.

۱۲

جهونا ڳَڙه جي جوءِ ۾، جوڳِين جوڳُ اَجوڳُ؛
يوڳِين يوڳُ اَيوڳُ، پاڻُ وڃائي پانهنجو.

◈

## ڪافي

محبت جي مَي ماريو، ڙي مون کي،
ڪاڪيون ڪنهن سان ورهُ وراهِيان!
عقل علم سڀ ڇوڙ ڏتو سي، عشق ڏنو اولارو.
اکيان ڪول تہ ظاهر ڏيکين سير سڄڻ جو سارو.
پُرجهي پير ايڏاهِين پايو، هوت اَتوَ هاڪارو.
محبت مون منصُور وجهايو، ڳچيءَ جي وچ ڳارو.
سَنبرُ "سچيڏنا" ڇوڙ سانباها، ورهَ ڪيو جان وارو.

## ڪافي

ياڪِي ٿيو يار اَسان ڪؤن، دل نماڻِيءَ جِي ڪسي!
وينِي ڏِسان واٽ اوهان جي، مانَ ڪو رهبر رسي!
اَچڻ هِن جو ايڏاهين، ڏيهہ سندئِي ڪو ڏسي!
سِر "سچوءَ" جي يار سدائِين، ورهَ جو مِينهڙو وسي.

## ڪافي

ڳالهيون ڳارن ٿِيون، ميان، دل ڪي دوستن جون، ميان!
ياد اچن جي ڳالهيون، اُهي ڪوڪان ڪارنِ ٿيون.
هو جي ڪيائون ڳُجهہ ۾، اُهي مامان مارن ٿيون.
ڳُٹن واريون ڳالهڙيون، اُهي بارڻ بارن ٿيون.
پَسَڻَ ڪارڻ اَڪڙيون، صاحب سارن ٿيون.
پاڻِيءَ ڳاڏون رَت جا، هنجو هارن ٿيون.
اکيون ڏسَن نہ غير ڪو، واحد وارن ٿيون.
"سچو" اُهي ڳالهڙيون، نِت مون کي مارن ٿيون

## ڪافي

تنهنجِي آهيان آءٌ، پنهنجي ڪري ڄاڻ!
جاڏي تاڏي توهين دلبر، ڪاڏي ڪاهيان آءٌ.
هونديس اوهان ساڻ.
آءٌ ڪنيزڪ تون تان سائِين، سَگ نہ ساهيان اءٌ،
چيٽڪ ڪَيس اَڄاڻ.
سِڪن ڪيئِي تو لَئہ سانولَ هِڪ تا چاهيان آءٌ،
صدقي ڪيمُ پاڻ.
تو هَئون ٻاهر سُڻ "سچو ري، ڪنهن دم ناهيان آءٌ،
پنهنجو جهَلج ٻاڻ.

## ڪافي

تنهنجي ڪارڻ ڪاريو،
هوءِ هوءِ هولِيَڙو!

ڪنهن سان ڪريان سُپرين، تنهنجين ڳالهين ڳاريو.
ڪنهن در ڏيان دانهڙي، تنهنجي محبت ماريو.
آگ عِشق جي اَندر اسان جي، ڏاڍو ٻارڻ ٻاريو.
آءٌ اوهانجڙي آهيان، والِي ڪِيم وساريو.
پاڻئون پاسي نہ ڪريو، سگ "سچو" پنهنجو ساريو.

## كافي

**سُھڻا توکي ڪيھو ھاڻِي ھاڻي،**
**ڏوراپو ڏيان، پلو مَن موھڻا؟**

**وس ويچاريءَ جو ناہ اَصل گون، تون پرين پاڻھين چاڻِي.**
**اندر منھنجي وو آھي اوھان جِي، ڏاڍِي سا سِڪ ساماڻِي.**
**اَوھان ٻاجھون ويني اوتيان، پنبڻين مان پاڻِي.**
**”سچو“ اَوھان جو آھي اَصل گوئن، پنھنجو سو سڳ سُڃاڻِي.**

## كافي

**چو ٿو چڏين، مون کي ھاڻِي،**
**آءٌ تا تُنھنجڙِي آھيان!**
**پاڻُ پنھنجو پاڻھين ساڻُ غريبن گڏين.**
**پکا پکن سامُھان، اوري سي دلبر اَڏين.**
**”سچو“ نھاري واٽڙيون، ايندين صاحب ڪڏھين.**

## كافي

**رھجِي اَچي منھنجِي يارَ، توسان!**
**آءٌ چا ڄاڻان عشق منجھاروئن، برِھي والڙا بار.**
**طرف ٻئي کنھين خيال نہ پانيان، آھي سدائِين يار.**
**ھوندين ھميشہ گڏ اسان سان، نيڻن وھايم نار.**
**ٻانھن ”سچو“ جِي سُھڻا سائِين، پرتِي اَڻئي سردار.**

## ڪافي

تون تا ڪڏهن ايندين يار،
تُنهنجِي روز نهاريان راه!
سِرَ تي چاڙهيا سُپرين، بِرهَ تنهنجي جا بارَ.
راتو ڏينهان روح کي، تنهنجِي سارَ سنڀارَ.
وهَن ٿا واڪا ڪَيو، نيڻن سَندا نارَ.
آءٌ تا هڪڙو ناهيان، تنهنجا عاشقَ لکَ هزارَ.
سورَ سَندءِ ميان سُپرين، مون کي ڪوهِ هڻن قهارَ.
پِرين پارج پانهنجا، جي ڪيئِي قولَ قرارَ.
ڏوهُ ڏيان ٻئي ڪنهن کي، آهي مون ئِي سِر مَيارَ.
اَندر منهنجو اَڌ ڪيو، جانِي اِنهيءَ جارَ.
اَٺ ئي پَهَر ٿِي وڃي، تُنهنجِي تَند تنوارَ.
مُئِيءَ کي ماري اِتهين، تون وئين ڏنهُن وٽڪارَ.
"سچو" سَگ اوهان جو، ٿو روئي زار و زار.

# جهولڻو

ساٿِي ساري سَنيها، چئج پُنهونءَ کي،
بيراڳي آهييان، وو!
حالُ ڏسيو ٿو جو وجين، سارو عرض ڪَرين، وو،
دلاسو ڪو دوست ڏنهن، وٺي جلد ورين، وو.
ڪارو ڪَج نہ ڪيچَ ڪي، ڇَپَر تا نہ ڇڏين، وو،
ٻانهي ڄاڻِي پانهنجِي، گولِن ساڻُ گڏين، وو.
توسان عمر گُذاريان، جان ڪِي هِت هُئان، وو،
ڳالهين تنهنجِن ڳاري آهيان، جان ٿِي رت روئان، وو.
ڏوريندي مون ڏونگرين، گهڻا ڏينهن ٿيا، وو،
ٻڏا هوندا هوتَ تو، جي ”سچوءَ“ سَڏَ ڪيا، وو.

# مالڪوس

## داستان پهريون

١

لوڏيندي لامون، ڏاهو ڏار چڙهيو چوي؛
’آندو اَٿم پاڻ سان، نينهن پَريو نامو؛
’توڏي ساريو سڄڻان، ڪَيم راتيان روانو؛
’پڙهِي پروانو، مون کي جلد جواب ڏي!‘

٢

ڪانگل آيم اَڄُ، پريان سَندي پارَ ڏهُن؛
ڳالهيون ڪيائين سڄڻان، سي روح ٻُڌي ڪيو رڄُ؛
پَڪيءَ ڪيو نا پَڄُ، ظاهر ڪيائين زبان سان.

٣

ڏاهو اَڄ ڏسو، جي ويڙهي ويڳاڻو وتي؛
پورن مَنجهئون پانهنجي، تو ڏئي حالَ حِصو؛
سَرتيون سُورَ سُٽِي ڪري، هِنَ خيالؤن ڪين ڪِسو؛
ڪو قريبَن قِصو، تنهن سيڪاري موڪليو.

٤

ڪيون وڪاٽيون واتِ، اَڄُ ڏاهي ڏارَ چڙهي ڪَري؛
سُٽڻ سان ڪي سَرتيين، لڳِي چُپُ چُپاتِ؛
آتَڻ واريون اَتهين، لوٺياٽيون سان لاتِ؛
روئن ساري راتِ، هَي هَي سو ڪانگو ڪيون.

٥

گهٽا ڏينهن لڳاءِ، چاهون ڪانگ قريب جا؟
ڪي دم آڏو دوست جِي، پَلِي ڪري پَڳاءِ؛
هاڻي ڪِي تا تَنُ تڳاءِ، متان جهوريءَ منجهه جهجِي مران.

٦

وات ڪري وائِي، اَڄُ پُڻ ڪانگ قريبَ جو؛
ڪِي جو چيائين چُهنبَ سان، تنهن لُڇ ڏاڍي لائِي؛
اندَر ڪي آئِي، جَڻ جَرَ ڄيري سندڙي.

٧

لَئي لامَ لَتو، ڪِي جو ڪانگ قريب جو؛
تنهن لاڪِيڻي جي لاتِ جو، پَوي ڪونہ پتو؛
ڪاڪِيون ڪِيئن ڪَتو، پَر اَڄُ سُوريون آهيو!

٨

ڪيهي ڪَمَئون ڪانگڙو، اَڄ ٿو ويڙهي مَنجهه وتي؛
پَسِي تنهنجو حالڙو، ڪاڪيون ڪامَ ڪتي؛
تنهنجي لات لتي، ٿو جيءَ ڪي جياپو ٿئي.

٩

اڄ لاتيون ڪانگ لَتيون، سي ڪي سڻو سرتيون؛
جو ڪَهَڻ سان ڪُهيو وجهي، ويڙهي منجهه وتِيون؛
سنديون راز رتيون، ٿو پُڻ ڪري پڌريون.

١٠

رويو رويو رتُ، ٿِي پکيءَ پارانيا ڏئي؛
تہ ’پيرين وجهانءَ گهِنگهرو، سي چمڪائيندو وٹُ؛
’ڪيئن ونِي خطُ، سِگهڙو ساٿيڙا ورين!‘

١١

جو ٿو ڪانگ چوي، سو سُڻيجو سَرتيون!
وڏيءَ ويل صبحَ جو، ٿو چڙهيو لامَ لَوي؛

اُلڪي ۾ نہ آهي، آتڻ ڪتُون اِتهون.

١٢

ڏاهو چڙهِي ڏار تي، تو ڏئي ڏوراپا؛
پڌرا ڪري نہ پرينءَ جا، اهو نازڪ نياپا؛
آٽيو اوراپا، ڳالهيون ڳوريءَ ڪي چوي.

١٣

ترُ نہ هِڪ توڙي، اَجُ لامين لاڪِيٹو لَئي؛
وينو آهہ وڳوڙجِي، ڪنين ڪي ڪوڙي؛
ڳالهہ ڪرڻ ڪان ڪاڪيون، مُنهن گهٽو موڙي؛
پَر پنهنجا توڙي، چڪيون ڏئي تو چهنب سان.

١٤

سٽيجو سوئِي، جيڪي چوي ڪانگڙو؛
هئين سان هنڊائجو، سرتيون سيوئِي؛
ڪنديون ڪُندن سان وجهان، پڪيءَ ڪي پوئِي؛
جانب ڏنهُن جو ئي، آٽي نياپا نينهن جا.

١٥

آءُ ڪانگل ڪائِين، تا توتي عطر اوتيان؛
اَچڻَ ٻاجهون تانهنجي، آهيان اباٽڪ آئِين؛
ڏاها گهٽا ڏانهڙا، متان تون لائِين؛
پير اڳٹڻ پائِين، تہ منهنجو ساهہ سڏير ٿئي.

١٦

ڪانگل آيم ڪالهہ، ونِي سنيها سَجَٽان؛
محبت ريءَ مقالَ، ڪانہ ڪيائين ڪڌهين.

١٧

ڪي جو ڪانگ ڏسي، ڪالهہ اوڏاهون آئيو؛
پيُس هنياءُ قِسِي، ڳالهيون ڪندي سجَٽين.

١٨

مالهان موتين جون وجهان، پَڪيءَ ڪي پوئِي؛
پِيرين سونا گهِنگهُرو، تا ٿئي سوايو سوئِي؛
سينڌو سيڪو ئِي، مَرُ تنهين جو نہ ٿئي!

١٩

پَڪيءَ سندا پَر، ڪريان مُرصع موتيين؛
جو آڻي عجيبن ڏنهُن، ڏئي خوب خَبرَ؛
پينر ڙي مون پَر، شال وينو ڪري وائِيون!

٢٠

سنيها جي سڄڻان، سي ساري ڏنائين؛
اِئين اُتائين، تہ 'پاڻ' نہ آڻِج وچ ۾.

٢١

اَدا اِيندو تيءُ، ونِي سُڪَ سنيهڙا؛
جاءِ ئي تي مون جيءُ، ڏاها جڏهن ڏسانءِ تو.

◈

## ڪافي ١

ڪالهہ جو ڪانگ اُڏاڻي،
پلو، ڪيئن وئين پريَن وٽ؟

گهڻي تو سان ڪا ڪَئي، اڳيون يارَ سِياڻي.
پِرينءَ ڪِي تا پُڇيو، ڏيج دلاسو هاڻي.
ساري مون ڪي ڏيج سَنيها، الله ڪارڻ آڻي.
پِرين سندي پارَ ڏي، عاشق چو نہ اُماڻي.
ائين اڏامي اوڏهُون، "سچو" ساهَ سيباڻي.

## ڪافي ٢

لؤن وچِي ڪيئَن لايَم، پِرين نہ چاڙُم پَرديسي!
پُرجهُيم ڪين سَهيلون،
تيلهان آڏو ڏک آيم.
ڏينهن گذريا غم تنهن جي ۾،
ڳالهہ جنهن جِي تي ڳايَم.
دانهون فريادون ڪَريان،
چو سِڪ ”سچو“ سيبايَم!

## ڪافي ٣

لَؤن مون سان جا لايَوَ،
يارَ، ويڙهي هِن ويهِي!
دردمنديءَ جِي دِلڙي، دلبر گهُوٽَ اکين سان گهايَوَ _
ڳالهہ ڪَريان ٻِي ڪيهِي.
مُشتاقَن کي محب مارين ٿو، تَکَ اِهائي آيَوَ _
جيهِي وٽيَوَ ڪَيَوَ تيهِي.
ڳالهہ اِنهيءَ جِي سُڌ نہ مون کي، پاڻَ پِرين پُرجهايوَ _
رمز ڳُجهِيءَ دل ريهِي.
پارؤن پنهنجي ڪيئي قاصِدَ، هِن ڏي هوتَ هلايَوَ _
ڏيهہ گڏيا جَنُ ڏيهي.
دل ”سچوءَ“ جي دلبر سائين، ديدن ساڻ دتاريَوَ _
نينهَن اوهانجڙي نيهِي.

## ڪافي ٤

ڪيئي ڏک جا ڏينهڙا لنگهايم،
سُڻ تون مُنهنجا سائين!
ڳالهيون ڪندي مون ڪيئي سِرَ تي ڏک جا مينهڙا وسايَم.

پرين اوهان جي پار جا، تي ڏهاڙي پنڌڙا پُڇايم.
سِڪ اَوهان جي سُپرين، ميان سارا ئِي سورَ سَلايم.
”سچل“ سي ئِي آئيا، جَن لَئي فالان روز وجهايَم.

## ڪافي ۵

تون تا پنهنجو پاڻَ پَساءِ،
شوقُ تنهنجو مون کي يار شتابي.
اَچي اکڙين ۾، جوڙي ويهِج جاءِ.
ناميا نانوَ ڏٺِيءَ جي، پيرَ اَسان وٽ پاءِ.
اَڳي پوءِ پِي آسرو، هوت اَسان کي آهِ.
اَڄُ پِي واٽَ نهاريان، لالن تنهنجي لاءِ.
آءُ اڱڻَ آسروند جي، ”سچوءَ“ ڪيم سِڪاءِ.

## ڪافي ٦

هوتَ ڏنئِي هيڏي اِيندا،
ڪيئن ساٿِي، مون کي سَچُ چَئو!
هُتئوُن پَٽِي پَکڙا، هِت کي آٽي اَڏيندا!
پنهنجي وڙؤن پاڻَ سان، هيءَ غريب گڏيندا.
ڏکَ ياڻِي سي سُپرين، ٿورياٽيءَ سان ٿيندا.
دردمند جي دل تي، دائَهِ دستَ ڌريندا.
ڏوڙا طالعَ مون ٽِين، جڏهن ”سچو“ نائَوُ سڏيندا.

## ڪافي ٧

يارَ پانڌي، ڙي ميان،
مِيَر ساٿِي، ڙي ميان،
ڪيچيڙا، بيليڙا، ڪڏهن اسان وٽ اِيندا!
هوندا اسان وٽ يارَ هميشہ، ڪِي ڏکَ ڏيئي پوءِ ويندا؟

اِهو اَٿم آسرو، ڇوري تا نہ ڇڏيندا.
صاحب پنهنجي ساٿَ سان، هيءَ غَريب گڏيندا.
پَکا پنهنجا، ڇئو ڙي ساڻِي، ڪي هِت عَجيب اَڏيندا؟
”سچو“ توکي سُپرين، پاڻ اچي هَٿُ ڏيندا.

## ڪافي ٨

تون آهين صاحب صورتَ جو، هِي آهہ غلام تنهنجو؛
آهي ذوقُ شوقُ سُهڻا، مون کي مُدامُ تنهنجو.
جي آهن اصل اوهان جا، سي نا وسار جو، ميان،
مون تي آهي مُقرر، سائِين سلامُ تنهنجو.
راتو ڏينهنان روئڻ ۾، هنيَڙو اُداسُ هُيَڙو،
رهبر آڻي رساڻيو، پِريَم پيامُ تنهنجو.
دلگير تون مٿان ٿئين ڪر دور درد ڪي، ميان،
اول آخر اسان وٽ هوندو مَقام تنهنجو.
رد ڪر فنا فِڪر کي اُميدوار ٿِي رهُ،
هِت هُت يقين ڄاڻج، آهيان اِمام تنهنجو.
تون آهين اَصل اسان جو، آهيون اسين سي تنهنجا،
آهي قبول کُلِي ”سچو“ ڪلامُ تنهنجو.

## ڪافي ٩

ڏي دلاسو دوست هن کي، اَصل تنهنجو آهہ، ميان!
هِت تي گُذاريان ڏينهڙا، سانولَ اوهان جي ساءِ، ميان.
غصو نہ ڪر غمناڪ سان، نا تہ حالَ هِنَ هاءِ هاءِ، ميان.
دلبر اوهان جي در بنا، جاڻي نہ مُون بِي جاءِ، ميان،
جنهن کي نہ تنهنجي دوستي، آهي اُنهيءَ واءِ واءِ، ميان.
ڏسِي اسان جو حالڙو، تون پير اسان وٽ پاءِ، ميان،
پاڃِي وٺي هيءَ پانهنجو، لالَن پنهنجي ڳل لاءِ ميان.

مطلب اهو محبوب ڪر، طالب نہ هيئن تَرساءِ. ميان،
آهي دم اسان ديدارَ جو، ڪنهن وار تون ورساءِ، ميان.
راتو ڏينهان هُو تا تنهنجِيون، ڳالهيون ويٺو هِت ڳاءِ، ميان.
نيڻ ڪڱُ نالي ڏٽيءَ جي، هي سگ ”سچو“ سَرچاءِ، ميان.

# مالڪوس

## داستان پيو

١

پيئڙ ڪِيئن پِنو، هِي جو نامو نيهَن جو؟
جيڪس خُمار ڏنو، هُو جو آيس عَجيبَن ڏنهُن.

٢

پڙهندي پرزو پرينءَ جو، پَلو ڪِيئن پِنوس؟
جيڪس خُمار ڏنوس، هُو جو آيس عَجيبَن ڏنهُن.

٣

روئِي زارو زارُ، پنو لکِيُس پريَنءَ ڏي.
ڏِنس خَطَ خمارُ، اَوليءَ عبارَت ۾.

٤

آڻي عبارتَ، اَجا لِکڻ لڳِي پِرينءَ ڏي؛
روئندي پَريون رتَ، اوتڻ بَئِي اَکِيون.

٥

عبارت آڻي، اجا لِکڻ لڳِي پِرينءَ ڏي؛
دِيدن دردا‌ڻي، اَچِي اوتيا اُتهِين.

٦

نِيهُن منَجهؤن نامي، معلوم ٿيو محبوب کي،
تہ بہ پانڌي، پيغامي، وِرهُ وڌائڻ آئيو.

٧

آيو اوڏاهُون، اَچ ساتِي سلامن سان:
ماريون ڙي مان هون، اها ويل نہ وسري.

٨

نامو راتِ نيو، قاصد پار قريب جي؛
پورن مَنجهه پيو، هُت واچِيندڙ ورق جو.

٩

جارؤن لکيم جو، ڪاغذ قريبن ڏي؛
حقيقت جا حال جِي، واچِڻ وينو ڪو؛
پڙهندي پَنو سو، تنهن کي اَنڌيون آئيون.

١٠

عريضو آٽي، ڏنو قاصد قريبَن جو؛
هن ويلي هاٽي، هِيءَ سِر ڪَريان صدقو.

١١

نامو نيندي ئي قاصد واٿَ ڪِري پيو،
تنهن ويلي ويندي ئي، ورهَ وڪوڙيو نڪٽيان.

١٢

پڙهندي پرزو ئِي، واچِيندڙ وهلور ويو؛
لِڱين لَرزو ئِي، اَچِي پيس اوچتو.

١٣

قاصِدُ ايندي ئي، پيو شوڪارن ۾؛
نياپا ڏيندي ئي، ساٿِيءَ ساهُ مَٿي ويو.

١٤

نامو سارو نِيهَن، جو پُڻ لِکيو سَجُٽين؛
رات برابر ڏِينهَن، مون کي گوندر گذري.

١٥

ڪا جا ڪتابَتَ، لِکِجِي آئِي پرينءَ ڏنهُن؛
”سچو“ سا ثابت، مون هون واچَڻ نہ ٿِئي.

١٦

پَني ۾ پيغامَ، کي لِکي مُڪا سَجٽين؛
سي نہ سمجهن عامَ، جي آهن مَنجهه اشارتان.

١٧

ڪِي جو لِکيائون، پني مَنجهہ پِريت جو؛
اُهو پَسِي آئون، بيخود ٿِيَڙس سَرتيون.

١٨

ساڻِي ٿِي سونهون، واچِيندو وَرَق کي؛
سو مَنجهہ مطالع مون هون، خونِي خط پِرينءَ جو.

١٩

لِکُيون لَسَ لَڙهان، ساجَن سَلامَن جون،
اهو پُرزو پاڻ پَڙهان، ٻُڏايان نہ ٻين کي.

٢٠

مُنجان ڪِيئن لِکِي، ڪِتابت قريبَ ڏي؛
متان ساڻِي واٽَ سِکِي، ٻڌائِي ٻين کي.

٢١

مون ڏنهن اَڄ لِکِي، جانيءَ جدائِيءَ مَؤن،
ڪنئون ترار تِکي، هُئِي ڪتابَت قريب جِي.

٢٢

لَڙهان لَسَ لِکيون، پِرينءَ پيغامن جون؛
سي رقيب سِکيُون، ته ٻڌائي ٻين کي!

٢٣

رَت اکين رويو، ٿِي ساڻِيءَ سَنيهڙا ڏئي؛
نَهريون نچويو، جارؤن جَرُ هاري گھٹو.

٢٤

نِچوئِيندي نُنهَن، ٿِي پاٽي ڪَڍي پڌرو؛
وجهي ساڻِيءَ سُنهَن، تہ ’تون ڏيج سِجدو سَڄُڻين.‘

◈

## ڪافي

ڪوڙي ڪَيئِي ڳالهہ پنهنجِي،
ڪالهہ ڪانگا جا چَيئي مون کي!

جيڪُس ڪِين کي ڏُر وئين تون،
واٿَ ڏَسِي مُوتيين آهنجِي.
عجيبن جي آڏو وري تو،
ڪَچِي ڪَئِي سا ڪنهن جي!
وري برار وٺُون اوڏانهين،
سائِين ڪندو شال سَهِنجِي.
تنهن کي سوئِي توڙ رساڻي،
وٺي جو دامَن ڪنهن جِي.
اَصل لاڪُون ”سچوءَ“ سَيائِي،
طاعت مَجِي آهي تُنهنجِي.

## ڪافي

پِرينءَ هِي پيغامَ، ساري ساٿيا ڏيجو!

بانهون بڌِي يارَ سَجَڻ کي، ڏيجو سي سَوَ سَلام!
’ڪڏهن ڪندؤ پارِ اَسان جي، اچڻ جا اَنجام!‘
’درِ اوهان جي يارَ رَسڻ رِيءَ، ٿِئي نہ طلب تمام.
’شوقَ اَوهان جي شورُ مَچايو، ڪياسين هُل هَنگام.
جيهو تيهو آهي اَصل ڪؤن، ”سچو“ سو گولو غلام.

# ڪافي

آءُ اصلَ ڪؤن جو آهيان، گولو غلام تنهنجو!

مون سان وعدو ڪَيَڙئي، ويهي، ڪالهہ پَڪي هنَ پيهِي،
ناهيان ڏور اوهان ڪؤن ڏيهِي، ڪن لايان ڪلام تُنهنجو.
تنهن ڏينهن لاڪون اَڄُ تائين، منهنجو ساهُ سِڪي ٿو سائِين،
پيو اوچتو هَنڌائين، هن دل کي دام تنهنجو.
ڇڏ سڀ لاڳاپا لاهي، اهو وڃڻ تہ واجب ناهي،
اِهو فرض اسان تي آهي، سجدو سلامُ تنهنجو.
ڏاڍا خوني نيڻ خماريئي، سي ڏاڙي ڪارڻ ڏاريئي،
نيڻَن سان مُلڪَ ماريئِي، هر جا حُڪام تنهنجو.
آئِي سائينءَ ڏهون وراڻِي، ٻيا خيال ويا اُڪاڻِي،
تون تہ سرور نبي سُجاڻِي، "سچو"، آهي امامُ تُنهنجو.

# ڪافي

اَڄ تا خبران آيون آيون، دوست اَوهان جي ديسئون!
وري وسائيندو سِگهڙو،

جاني سو پنهنجيون جايون جايون.
تہ ڪَرَ ويندين نِڪري،
هيئن ٻُلي ڪينَ ٻانيون ٻانيون.
ڏڪُ وڏوئِي ڏيلَ منهنجي کي،
وئين تون لالن لايُون لايُون.

راتو ڏينهان روحَ پنهنجي سان،
ڳالهيون سنديوَ تا ڳايون ڳايون.
اَچڻ اوهان جوُن، طَرف "سچوءَ"،
جي، شالَ وري تِين وايون وايون.

## كافي

منهنجي اکِين لڳي، نہ تہ هاٹي لڳي،
دل، اَلو، اَلو، تنهن يار سان!

روز اَزل کؤن اکيون لايون سي، دوستَ مني دلدار سان.
کيئِي داناءَ ديوانا کيائِين، چشمن جي چَمکارَ سان.
دوستَن جي در اَچي پيَس، اَصل سَچي اِعتبار سان.
جيکي تئي تو جوش وارن سان، سو نہ تئي هُشيارَ سان.
ناز نياز جي نيهَن وارن کي، تَک کيو تَلوار سان.
سِرُ "سچوءَ" کيو صدقي سائِين، عقل ڇَڏي اقرار سان.

## كافي

آهي اَنهن اکين کي خاصو خمار تنهنجو!
وينو ونِي آهيان هِت، کاملَ قرار تُنهنجو!

هن کي اوهان جي ٻاجهون آهي نہ ماڻ کائِي،
هِي تا غريب آهي، اُميدوار تنهنجو.
"تِيءُ پاڻَ کان پَري تون" فرمائيو اوهان جو،
آهي جميل اَصل کؤن هي اعتبار تنهنجو.

هِنَ تي ڪَرم وڏو ڪيُوَ، جو درد دل بچايُوَ،
ساريان لطف سنپاريان، نِي بيشمار تنهنجو.
چاهَون ٽِيو اَوهان جو، دامن لڳي جو آهي،
”سچو“ غلام ڄاڻي، جو داغدار تنهنجو.

## ڪافي

لنگهي ويون ڪالهہ قطارون،
ڪونجڙين جو ڪيچ وٽن ڏنهُن، ميان!

ڪنديون ويون ڪيچَ ڏي،
ميان الا! طرحين طرحين تَنوارون.
ويچاريون، ميان الا، ولَرَ ڪيو وڙڪَن،
ڦُٽِي ٽيون سي ڦارون.
ولَرين ڪونجَڙيون، ميان الا،
ڪنهن اَندوهہَ اُڏاريون.
اُنهن جي افسوسَ جون، ميان الا،
پونديون ويون پچارون.
اُنَن ڳانا پٺَ جا، ميان الا،
موتين مَڙهيون مَهارون.
”سچو“ هليو سوز ۾، ميان الا،
لاهِي لوڪَ مَيارون.

## ڪافي

ڳِلِي ڳِلِي مون تي ڳولِي ڳولِي،
يارَ سڄَڻَ تنهنجي ڪارڻ!
ڇڏي لاڳاپا لوڪَ جا، اسان تا ٻانهپَ ٻولِي.
ٽيَس ديوانِي دوستَ اوهان لئہ، ڪري ڇيهاڙيون ڇولِي.
اچِي اَچانڪ اندر اسان جِي، حُبَ مچائِي هولِي.
اصل لاڪُون آهي اوهان جِي، هيءَ غريبِ سا گولي.

## ڪافي

مون وٽ يارَ پيارا، آءٌ ٿُون پاڻُ سُڃاڻِي!
حال مٺيوئي معلوم توکي،
دنيا سا ڪوڙ ڪهاڻي — آءُ تون پاڻ سُڃاڻِي.
ٽينديَس گولِي، در در ڳولِي،
جانب ڪاڻِ جوڳياڻي — آءُ تون پاڻ سُڃاڻِي.
سِڪندي تو لئہ سُهڻَل سائين،
روئندي سا رات وهاڻِي — آءُ تون پاڻ سُڃاڻِي.
”سَچلُ“ آکي سَهي ڪِيتو سي،
پِرتِ جي ناهہ پڇاڻي — آءُ تون پاڻ سُڃاڻِي.

# مالڪوس

## داستان ٿيون

١

ڪي جو لکيائين، سو مُلان وڃي واچيو؛
هڪ سِٽَ پڙهيائين، ٻِيءَ سِٽَ سُڌِ ڪن ۾ پيو.

٢

ڪي جو مُحب لِکيو، سو مُلان واچڻ نہ آئيو؛
پَر هُنئڙو اڳ سُڪيو، جنهن مطالع نہ ڪيو.

٣

ڪوليو ڏئي خطُ، آيس جو عجيب ڏنهُن؛
روئي اکين رت، ڪري مطالع من سان.

٤

پُرزو پڙهڻ آئيو، اُتي مُلان مَسيت منجهاءِ؛
سُورن سندو ساءُ، آيُس سَيڪنهن سِٽَ مَون.

٥

هِڪ سِٽَ پڙهيائين، تنهن بِي واچڻ نہ ٿئي؛
اِئين اُتائِين، تہ هيءَ جَر جيري نہ جهليان.

٦

نامي مَون نِروار، تِي هيءَ جَرَ جيري سَندي؛
تنهن پَلڪ پڙهڻ وارَ، ٿيو سَڙِي ڪارو ڪنگرو.

٧

رقعي منجهان رازُ، مڙيوئِي معلوم ٿيو؛
تنهين منجهہ نيازُ، طرحين طَرح لِکيو.

٨

پهرينءَ سِٽ سَماءُ، ڏنو واڇِيندڙ کي؛
اُنهيءَ خطَ منجهاءُ، چِپيون جيري کڍيون.

٩

ڏوڙو ڏک پيوس، پَني جي پَڙهڻ سان؛
وچئون ساهُ ويوس، هَي هَي کندي کاکيون.

١٠

جو نامَن منجهه لِکيو، سا هُئي جيري جي چَر؛
منجهون سيِ شهر، واڇيندڙ کونہ لَيي.

١١

پَنو کيرُ پَڙهي، جو پُڻ مُکو سڄڻين؛
لکيو منجهه لَڙهي، متان بُڏندڙ بُڏِي مَري.

١٢

واڇيو جنهن ورقُ، جو پُڻ لکيو سَڄَڻين؛
سو جَڻ ٿيو غرقُ، دردن جي درياهہ ۾.

١٣

سگهي کيرُ پڙهي، هو جو نامو نِيهَن جو؛
سِرئون سِر چڙهي، موجَ مٿو تنهن ناهِ کو.

١٤

ونِي خطُ هليو، ساڻِي سلامن جو؛
وچَ ئي منجهه جهليو، ورهہَ کُوڙيو واٿ تي.

١٥

ونِي هليو خطُ، پانڌي پار پرينءَ جي؛
روئِي روئي رتُ، تنهن هلندي حال وڃائيو.

١٦

آلو هُيڙو عشق جو، سو ساٿيءَ ساڻ نِيو؛
اُهو کامِي پاڻ پيو، جو هو خونِي خط پِرينءَ جو.

١٧

هُن پانيو نامو، پر شعلو هُئَڙو شوقَ جو؛
جِندُ سارو جامو، تنهن جو سپ سڙِي پيو.

١٨

پِريَن ڏانهہ نيو، تنهن کو خط خَبَر جو؛
پڙهندي ڏسُ هِنيو، تنهن ڦڙڪندي ڦاٽِي پيو.

١٩

ڪو نامو نيهَن نِئين، پِريان سندي پارَ ڏي؛
هَلي ساڻ هِئين، مانَ اُنهن کي ارمان ٿِيئي!

٢٠

رهبر روانو ٿيو، پريان جي پارَ ڏي؛
شَل پهچي پَروانو، سلامت کي سَڄڻين!

◈

## ڪافي

اوري ڪانگَلَ آءُ،
ڪِيئن جِي خبَر ڏي ڪاءُ!

پريان سَندي پارَ جو، لهي اچُ سَماءُ.
ڳالهِن تنهُجِن موُن سَريرَ کي، اچي منهنجي ساءُ.
مُنهنجو ٿئي هِت ڪينڪِي، پاجهون هوتَ هَلاءُ.
سُورَن ڪارڻ سُڻ ڙي ساٿِي، جيڪُس ڄٽيم ماءُ.
”سچو“ دوستَن جي دَرَ جو، اَصلون آهہ غريب گداءُ.

## ڪافي

اَڄ سَڄَڻ پاڻ اِيندئِي،
جَن لَئي نِهاريَئي ٿي واتان!

مَتان لاهين آسرو، حال پائِي اچِي ٿِيندَئي.
عجيبن جي اچڻ جون، مُبارڪون ڏيندَئي.
پَڪا پَڪن سامُهان، آٽي دوست اَڏيندئِي.
مَتان ماندي تون ٿِئين، گوشي پاڻ گڏيندئي.
توڪي جاٽِي پانهنجو، ”سَچو“ پاءُ سَڏيندئي.

## ڪافي

پانڌِي پيغامَ پُهچاءِ، مُنهنجا محبن کي، ميان!

اَڱڙين کي اصل ايڏنهن جو، وڏو اوسِيڙو آهِ.
ڏاها وڃج ڏيهَ اُنهِيءَ ڏي، جاتي جانِبَ جاءِ.
اَداڙي ساٿِي پارَون اسان، پانڌُ ڳچيءَ ۾ پاءِ.
راتو ڏينهان آهي ڏهاڙيون، هِنيَڙي کي هاءِ هاءِ.
دوستَن سَندي درَ جو، اَصلون ”سچو“ سگ سَڏاءِ.

## ڪافي

منهنجا واقفَ يارَ،
سدائِين تون جِيئندين!

راتو ڏينهان روح منهنجي کي، تنهنجِي سارَ سَنيارَ.
تُحفو هِن کي آهي اهوئِي، تنهن جي پيرن جِي پيزار.
اَچڻَ اوهان جي جِي وينا وجهايون، فقيرن گون قار.
ڳالهيون سَنديُوَ ساريو، ”سَچوءَ“ کي اچي ٿِي اُڃنگار.

## ڪافي

ياد مونکي اُهي آيون، وو
يارَ ڪَيئِي ڳُجهِيون جي ڳالهڙيون!
اوهان جي پِيِ، وو، اَچڻَ جون، ٿيون وَري هتِ وايون.
دردمنديءَ جي، وو، دِل ڪي، وِرهَ وجي ڪِي لايُون.
نانوَ سائِينءَ جي سُهڻا سائين، چِتُ نہ وَڃُ مُون تان چايُون.
آءُ تا ڏينهَڙا گڏ گذاريون، هِت وينا وِرهَ وَسايون.
ڏوهَن ”سچوءَ“ جن ڏي نہ ڏسو، هِت ٿا سَندوَ سَڏايون.

## ڪافي

پورَ پِرينءَ جي هَي ماريان،
عِشق سَڄَڻ جي چاڙهيان!
دوست بنان درماندِيِ، دَمُ هِتي ڪِيئن گهاريان.
سِرُ سَڄَڻَ تَون صدقي، واريو آءٌ واريان.
ڳالهيون ڳُجهَ اَندرَ جون، آءٌ پِرين سان پاڙيان.
سِگهو موٽِج سپرين، ڏهاڙيُون وينِي نهاريان.
محڪم محبت وِڌيون، جاڙيءَ مٿي جاريان.
هو جي ڪَيَم پاڻ سان، ڳالهين اُنهن ڳاريان.
مَجلِس محبوَبَن جِيِ، ساعت ساعت ساريان.
”سچيڏنا“ ساهڙ ريءَ، ڏَمَ مِڙيئِي ڏاريان.

## ڪافي

ٻن جِيَڻ مُنهنجو جيڏيون، سُکَ ڪيها سَڄَڻ ري!
سُڳَن وڏيَس سَرتيون، آءُ پِريَن ڪانءُ پَري.
ڏُکَ چڱيرا دوستَ جا، جي قادر ڪَرم ڪَري.
سوئِي عاشق ڪونجي، جو محبت مَنجهِ مري.

ڪاڪيون مون کي ڪِينڪِي، ٿي ساڄَن ريءَ سَري.
جيڪا اَديون عشقَ جي، آئِي هيٺ اَري.
تَنهن جان جُٺو قربان ڪَيو، زُدَون مَنجهه ذري.
”سچو“ سوز اُنهن جي، ڳاري منجهه ڳري.

## ڪافي

هوت ڪڏهن هِت اِيندو؟
ڪَهُ ڪانگا ڪَل ڏي ڪا!
چئه ڪِي ويهَندو هتهين، ڪِي ساڻ نماڻِي نيندو؟
هيڪندِ اَچي هوتُ مُون، هِن ٿڪيءَ سان ٿيندو.
پاڻُ پنهنجو سُپرين، ساڻ غَريبِ گڏيندو.
پَڪا پاڄاڻين ڪي، اوڏا يارُ اڏيندو.
هوتُ پنهنجا هَٿڙَ، هن ڏکيءَ کي ڏيندو.
سَنگت پنهنجيءَ سُپرين، ”سچوءَ“ کي بہ سڏيندو.

## ڪافي

زار روئِي ڪيم زاري،
دوستَ ڙي توريءَ تا نہ سَري.
محبت تنهنجي، وو، ڪِيَس مستانِي، بارُ بِرهُ جو باري،
دوستَ ڙي چوي لوڪ چَري.
هِن بنديءَ کي، وو، بخش بلوچا سائين، هوت اَچِي هڪ واري،
دوست ڙي سَندءِ ذوقَ ذري.
ميلائي لَڳِي، وو، محب اوهان جي، واجهه وجهي ويچاري،
دوست ڙي وجان تا مَر مَري.
آهي مِڙيوئِي، وو، توکي معلوم سائين، حال حقيقت ساري،

دوست ڙي وج مَ يار وري.
جيڪِي آهين، وو، سو تا تون هين سائين، حڪم سندءِ آهي جاري،
دوست ڙي پيڙم خَبر ڳري.
”سچو“ آهي، وو، اَوهان جو سائين، ڏجو تنهن دلداري،
دوست ڙي وجن ڳَچَ ڳري.

# مالڪوس

## داستان چوٿون

١

ڪاغَذ لکي ڪالَ، مُکم جو محبوبَ ڏي؛
ڳالهيون سنديون حالَ، ٽِينديون پڙهڻ مان پڌريون.

٢

آيو راتِ رقمُ، مون ڏي محبوبن جو،
تہ ’دوستيءَ وارو دم، ڪڏهن تون نہ وسارئين.‘

٣

لکيو موٽي مُون، ڪاغذ قريبن ڏي،
’اَٿم تون هِي تون، ٻئي جو ناهم آسرو.‘

٤

حَبيبن ڏانهُن هِيئن، اَديون لِڪجي آئيو،
تہ ’تون مون سان جيئن، آءٌ تيئن تو سان آهيان.‘

٥

نئون لِکيو آيوم، پِريان سندي پار ڏنهن؛
سو لُونءَ پَريو لايومِ، ونِي حال هيانوَ سان.

٦

جيڪر لِکي موڪليان، هَي خط هزارين؛
پڙهي مانَ مهنجا پِرين، هِي سگ سنيارين؛
شَل وار نہ وسارين، اهو اَٿم آسرو!

٧

لکي خط مُنجان، هِي پِريان سندي پارَ ڏي؛
تہ ’منهنجون لک هُجان توسان آهن تو جيئن.‘

٨

پانڌي پَهچائي، ورُ عَريضو عجيبَ ڏي؛
قاصِد کونچائي، متان سورَ وجهين ساهَ کي.

٩

چَئو ڪِيم تِکو، مون کي پارئون پرينءَ جي؛
سرتيون سڀ سِکو، جيکر لائڻ لُونءَ ڙي.

١٠

ليلائيندو آئيو، پانڌي اَڄُ پَراءِ؛
ورتس دردَ ڏُراءِ، جو مَت وجائي آئِيو.

١١

اَڳِيَئون مُحب مَنِي، متان کا منهنجي کَرين؛
وهندو ورُ وني، ساڻِي خبر کِيئن جي.

١٢

وڃِي ڏيهہ ڏنو، کِي تو سندو سڄڻين!
چکَّڻِيءَ طرح چنو، پانڌِي ڏنُئِي پِرينءَ کي؟

١٣

سوزَ پري سِٽِ جا هُئِي، سا ساڻِي کين سِکيو؛
تہ متان ڏئِي، لَهسَ لِکيو، جو پڻ مُکو سڄڻين.

١٤

سندو رازَ رقعو، آيو جو عجيبَ ڏنهُن؛
سا سِٽَ پڙهندي سَريتون، ڳالهائڻ چُکو؛
عاشقَ جي ارواح کي، جڻ لڳو تِير تُکو؛
مون ڏي مُحب مُکو، جڻ ساڻِي سلامَن جو.

١٥

حَبيبَن هيڪارَ، آئين ورِي موٽئيين؛
ٻاٻِيهَلَ ٻيهارَ، اَچي ويهه اڪين تي.

١٦

وري ڪانگ وريو، پريان سندي پارَ ڏنهن؛
لامين لڳِي لُونءَ جو، تنهن ڏاڍو سُر پريو؛
ڪاڪيون ڪنِ ڪريو، جو تو ڏئي سنيهو سَڄَڻان.

١٧

سنيها ساري، منهنجا چَوي محبوبَ کي؛
’پرين تُنهنجي پارَ جِي مدت مون وڏماري؛
’مُنج ڏهاڙي مون مَٺين، اهو ڏاهو ڏياري؛
’مَرُ سِگهَڙو سَنياري، ڏئي سِڪ سَنِيهڙا.‘

١٨

سنيهو سان سُورَ، چوي تو چهنبَ سان؛
پَون پاڙيچن پُور، ٻولِي ٻُڌي تَنهن جي.

◈

## ڪافي

آءُ ڪانگا ڪا پرين جي ڳالهه ڪَر
وعدو ڪَيُئِي ڪالهہَ سو پَرحال ڪر!

ڪِيئَن ڏنو تو دوست منهنجو ديس ۾،
خوش ڏنو هو ئي يار ڪهڙي ويس ۾؟
سا خَبر مون سان وري في الحال ڪر.

ڪِي پُڇيائون خَبر مهنجي حالَ جي،
ڪي ڪَيَئي آگاهہ هِن احوالَ جِي،
سو مون سان ڏاها اِهو اَحوال ڪَر.
هت فراقَ آهي ماريو، مان ٻيو ڇا چوان،
سور منهنجي ساهہَ کي نِت نِت نوان،
آءُ ادا خاطر مهنجِي خوشحال ڪَر.
ڪِي اُڏاڻو هُئين پِرينءَ جي پارَ ڏي،
ڪِي نياپا هِي نِيا هُئي يار ڏي؟
ڪا مَدد مُنهنجِي ادا الحال ڪر.
دوستن جي منجھہ حضور حاضر ٿئين،
زاغ زاريءَ مَون نياپا هي نِئين،
لڳہ سائينءَ سارو، ”سچوءَ جو سوال ڪَر.

## ڪافي

اي پِرين تُون پاڙ پنهنجا، قولَ جي تو ڪالهہ ڪيا!
مَنجهہ جدائِيءَ تانهنجي، هِت اَسان هِي حال ڪيا.
مون تا مِلڻَ لئہ تانهنجي، ڪوڙين ڪهڙا ٿي خيال ڪيا.
حالَ مُنهنجي کي ڏسي، ڪيئن پِلا تو پالَ ڪيا.
سڌ ”سچوءَ“ سڪ سوزَ مون، جاني اوهان کي جالَ ڪيا.

## ڪافي

مُنهنجو هاڻي مون وٽ اِيندو، هاريون واقف حالَ جو!
ڪينَ ڇڏيندو ڇَپَرين، نال نِماڻِي نيندو.
شالَ مقام مُئِيءَ جو، ٿَر وچِي نِي ٿيندو.
درسن سندو دائما، ڏاڻ ڏکيءَ کي ڏيندو.
”سچو“ پار پرينءَ جي، وره وارو ڪو ويندو.

## ڪافي

هِن غريب جو حالُ، توکي مَعلوم آهي!
صدقي ڪنديَس سِر سائِين تَون، ٻيو سڀ مِلڪ ۽ مالُ.
دوستَ اَوهان ريءَ ديس ۾، جيَڻ آهي جنجالُ.
ڇَئي ٻُڏايان ڪيترو، آرياڻِي اَحوالُ.
مَج "سچوءَ" جو سُپرين، سائينءَ لڳ سوال.

## ڪافي

پرديسِي گڏيا دوستَ لَٿو هِجر هلاڪِي،
آيا اڱڻ مُنهنجي، جن ڪيو هو فراقِي.
جَن ڪاڻِ سڪيَس سالَ، ويٺي واٽڙين تي،
مون ساڻ اَچِي پاڻ، ٿيا محب ملاقِي.
پَرديس لَڳُ مون ٿي، پانڌي روز پڇايا،
مون کي ڪانہ پَئي خَبرَ، اَچِي سي ٿيم اوطاقِي.
پيغامَ پَهرِيئون پانڌن هَٿ پاڻ مُڪائون ٿي،
هاڻي هڪُ ٿيا مون سان، جي يارَ هئا ياڪِي.
آهي سَگ "سچو" دوست جي در جو اصلَ گون،
تنهين ڏيَڻ ڏوراپو، ناهي مَستُ ميثاقِي.

## ڪافي

تون تا وسين مُنهنجي مَن،
ميان تو کي ڇَئِي ٻڌايان ڇا!
هوتَ سنديوَ آءٌ حاضرِي، ٻيون سي ڏنڙم ٻَن.
مقصد منهنجو تون ٿئين، ٻيا ڪَعبي نيتَ ڪَن.
آءٌ گهڻو گهورِي تَن جِي، ڪيو سرُ صدقي جن.
عرضَ الاهُون عاجزن، ڪوهُ نہ ڪرين ڪَن.
اَڪيُن عامُ نہ آوُڙي، تو کي جانِي ڏِنو جَن،

آهي ”سچوءَ“ کي سدا طَلَبَ توهان جِي تن.

## ڪافي

يارَ اسان کي ٿيون مارين،
تنهنجيون اَلغرضايون!
انهُون دانهُن تي، سائين هِي ڪميٽيون ڪارين.
باهيون تنهنجي بِرهَ جيون، ٻارڻ دل ۾ ٻارين.
ڪِيئَن جو ڏنئون خَبران: ”سچو“ تو هُتِ سارين.

## ڪافي

جڏهن پِريَن پاتيم جهاتِي،
تڏهن حاجَت ناهي حج جي!
اَچڻ سانُ اُنهن جي يارو، عشقَ ڪئِي اثباتي.
سڀ ڪجهه ٿيڙم حالون محرم وسريَم ذڪر ذاتِي.
چوريءَ چوريءَ يار سَجڻ سان، ڏس ”سچو“ دل ڦاتي.

## ڪافي

دوست تُنهنجي در جي، هيءَ ڳالهه آءٌ ڪنهن سان ڪريان!
چڏ پِرين پَرڏيهه تون، ميان، ڏڪَ اُوهان ٻاجهون ڏريان.
دوستَ رهه هِن ديس ۾، ميان، سرُ منجهُون سوُرن ڀَريان.
لَڪَ سَيَئِي وينِي لنگهيَس، ميان، پوريم اوريان پَريان.
ساڻ چرخي چتَ جي، ميان، ورهَ جا ڏاڳا وريان.
سِرُ ”سچو“ چَوي پانهنجو، ميان، دوست تو آڏو ڌريان.

# مالڪوس

## داستان پنجون

١

ڏار چڙهِي ڏاهي، ڪِي جو ڇيو ڇُهنب سان؛
اِهو مون آهي، آڌرُ ڙِي اَرواح ڪي.

٢

ڏاهو ڏار چڙهِي، لَسين تو لاتيون ڪري؛
ڪو نئون سبق پڙهي، اَڄ پڻ آيو اوڏنهون.

٣

ڏاهو مَٿي ڏارَ، عجب اڄ لاتيون ڪري؛
تو ”سچو“ ڏئي سنيارَ، پريان سندي پارَ جِي.

٤

ڏاهو ڏار چڙهِي ڪري، ڪِي تو ڇهنب ساڻ ڇوي؛
اَديون سپ اُهي، آهيو ٻُڌڻ واريون.

٥

ڇهنبَ ساڻ ڇوي، ڪِي پيو ڪانگل ڪاڪيون؛
پورن مَنجهه پَوي، تو سُڻِي ساهُ سنهيڙو.

٦

مُحبن ڏنهن مَسين اڄ پڻ ڪانگل آئيو؛
لاتيون واهَ لَسين، ڏاهو ڏار چڙهِي ڪري.

٧

لاتيون ڪنديئي، ڪانگو هيٺ ڪري پيو؛
هَي هَي هَنڌيئِي، ساتيءَ ساه مٿي ويو!

٨

ڪَهيو هِيئَن ڪانگي، آئون چيائين ڇهنبَ سان؛
تہ ’سجڻ ڪنهن سانگي، وري ايندءِ اُتهِين.‘

٩

ڇُهنب ساڻ ڇِئِي، ڪا جا ڪانگل ڳالهڙي؛
ساري آتڻ سان انهيءَ، ڪَهڙي ڏِسُ ڪَئِي؛
پُورن منجهه پِئِي، سڀ ڪنهن اَئٽ ڦٽو ڪيو.

١٠

ڏاهي چڙهي ڏار تي، ڪا جا لَتِي لاتِ؛
ڏک ڏنائين سڀ کي، وائِي آٽي واتِ؛
پَيون ۾ هيهاتِ، آتڻ واريون اُتهين.

١١

ڏاهو چڙهي ڏارَ تي، ڪري هيءُ مذڪور؛
سنيهَن ۾ سورُ، چوي ٿو ڇهنب سان.

١٢

سُٺو سنِيها سَرتيون، ٿو چڙهيو ڏارَ ڏئي؛
سارو ساهُ نئي، ٿو نازڪ نِياپَن سان.

١٣

ڏاهو ڏارَ مٿي چڙهيو، ٿو ڪري بِرهَ بيانُ؛
آتڻ تي احسانُ، ڪري ڪلامن ساڻ ٿو.

١٤

ڏاهيون سڀ ڏسو، جو آيو ڪانگ قريبَ ڏنهُن؛
وڃي جان جٺو، نيو نياپَن ساڻ ٿو.

١٥

وتيون ۾ ويڙهي، ٿو ڪاريون ڪانگ وهائي؛
روحُ نئين ريڙهي، سڀ ڪنهن جو سرتيون.

١٦

ريڙهيون روح نئين، پَسو سَپ جو پاڻ ڏي؛
سنيها جي سَڄَڻان، سي چڙهيو ڏار ڏئي؛
آتَڻ ۾ افسوس ٿيو، تنهن جي پيرَ پِئي؛
ڪَتي سگهي ڪانڪا، گوُن وهلور وِهي؛
کهڙِيءَ طرح ٿئي، وري سَنباهو سَرتئين!

١٧

ويس تَندُ ڇڄِي، پَهو پٽِ ڪري پيو؛
سُٽِي سَنيها نيهن جا، پَئِي جهوريءَ منجهه جهڄِي؛
اِنهيءَ پَتِ پڄِي، پيسَ روئندي ڪپڙا.

١٨

ويڙهي وتندي ئِي، ڪانگي قهر ڪمائيو؛
ڪاڪيون ڪتندي ئي. پَيم پورُ پريان جو.

١٩

صدقي ساهُ ڪريان، هِنَ ڪانگِي تَون ڪاڪيون؛
جي ڏئي سنيها سَڄَڻان، سي سانيي ساه ڌريان؛
پلي پيرَ پَريان، اُنَهيءَ ويلي اوڏهِين.

٢٠

آڻي ڪانگَ ڏنياس، ڪتابَت قرَيب جِي؛
پَهو ڪتيندي پَٽ پِيُس، چوهون تَند چُٽياس؛
پيجون پيچ ٿياس، روئندي چولي چِڪَ ۾.

٢١

هَلِي ڪانگي هِڪَ، ڪا جا ڪَيس ڳالهڙِي؛
تنهن مامَ ٻُڌڻ سان روئندي، چولِي ڪيائين چِڪَ؛
سَنيهي مَون سِڪَ، پاڻهِي ڪيائين پڌري.

٢٢

ڏاهي چڙهي ڏارَ تي، ڪا ٻولي هيءَ ٻولِي؛
سا ٻُڌي روئِي رتَ سان، چِڪَ تِيس چولِي؛
جڻ هنيڙي ۾ هولِي، تنهن آٽي هِندن جي هنئي.

٢٣

سَجڻ ڏنهُن سَنيهہَ، تنهن آٽي آتڻ ۾ ڏنا؛
جڻ ڏنائين سَين کي، چُريءَ ٻاجهون چيهہَ؛
ڏک پَريائين ڏيهہ، ماريو اِنهيءَ مامر سان.

٢٤

سُٽو سَنيهہ سَپِي، ماريون مَحبوبن جا؛
لَکن مَٽجهہ لَپِي، ڪا سوُرائِتي سارَ سان.

◈

## ڪافي

آءٌ تا ڪالَهہ اُڏامِي، وجي پَيَس پرين وٽ!

هت قبوليم تَنهن جِي حلقہ بگوش غلامِي.
مِهر مٿو ئِي ناه ڪو، عاشقَ تِج تون آرامِي.
اصل لاڪُون اُن جو، هِي پاڄِي آهي پيغامِي.
ويَس برابر اوڏهِين، ويٺيس ڪين وسامِي.
مونکي ڪيائون پنهنجو، ”سچو“ يار سلامِي.

## ڪافي

**ڪڏهن اِيندين هِڪُ ٽِيندين،**
**نت نهاريُون سنديَئِي واٽڙيُون!**

**سانئولَ ڪنهين سانگَ سان، اگڻ اسان جي ايندين.**
**اِهو اٿئون آسرو، بَديون تا بخشيندين.**
**ڪَنهين ڏينهن هِن ڏکيءَ کي، دوست دلاسو ڏيندين.**
**پِرين نيندين پاڻَ سان، ڇَپَر تا نہ ڇڏيندين.**
**ٿوري گهڙي ڏينهَڙي، گولِي ساڻ گڏيندين.**
**پَکا پَکن سامُهون، اوري آڻي اڏيندين.**
**سو ڏينهُن ٿيندو کهڙو، "سچو" ڪري سڏيندين!**

## ڪافي

**مَنُ موهي منهنجا جانِي،**
**گهڻا لايَئِي ڏينهڙَا!**

**صورتُ تنهنجي سُپرين، مورت ڪئِي مَستانِي.**
**پِرين اوهان جي پار جو، گوندر ٿيو گُذرانِي.**
**روز اَزل کون ڏنُوَ اسان کي، نيهن پنهنجو نِيشانِي.**
**اگڻ اسان جي آءُ پيارا، محب ڪريان مهمانِي.**
**پيريءَ جا "سچو" ڏينهن وسارج، ٿيئِي جَمالُ جوانِي!**

## ڪافي

يارَ سڄڻ ڪيئن سَرِي، تو کي اَسان ٻاجهون!

اسان نِماڻن ڏي سهڻا سائين، دوستَ نِهارج وري.
توکي قدر ناهي ڪو، ڀلو، چيٽڪ ڪِيڙس چَري.
اَچي ”سَچوءَ“ جِي ايڏهين، سَندي دڙَ ذرِي.

## ڪافي

ياد مون کي اَچُ پيون،
مِنيون ڳالهيون سُهڻا تُنهنجيون!

رهيون آهن روحَ منهنجي ۾، ڪين وسرِي سي ويون.
وينا ڏسون ٿا واٽ اوهان جي، دوسَت دلاسو ڪو ڏيون.
”سچو“ آهي سَگ تنهنجي جو، ميان نالِ نِباهي سو نِيون.

## ڪافي

مون سان تو ڪَيون ڪيون، سُهڻا اُهي ڳالِهيون ڳالِهيون!

سي نہ وڃن وسري، ڀلو ميان،
چڱيون اَوهان جي چَيون چَيون.
اوهان ٻاجهوُن سُپرين، ميان،
نِيهن وهايون ٿيون ٿيون.
لِڪُون ڪيون سين لوڪَ ڳون، ڀلو ميان،
پَڌر اُهي اَج پيون پَيون.
ڳجهيون سي ڳالهيون يارَ ”سچوءَ“ ڳون،
ڪين وسري سي ويون ويون.

## ڪافي

آءٌ تا تنهنجڙي آهيان، يار مون کي چو ٿو ڇڏين!
تون تا منهنجو آهين اَصل گون، ڪنهن نہ ٻَئي در ڪاهيان،
هوتَ اِيندي هِت ڪڏين.

آءٌ نماڻي عيبن هاڻِي، سَگَ نہ ساڻُوَ ساهيان،
پَڪا اوري آڻي اَڏين.
توڙي سُجاڻِين توڙي نہ ڄاڻِين، لالچ تا ٻِي نہ لاهِيان،
ساڻ گولِيءَ پاڻ گڏين.
آءٌ تا ٻانهي تون تا سائين، آءٌ غريب سا چاهيان،
نانءُ "سچو" ڪري سڏين.

## ڪافي

انهن جادوگر چشمن بيران ڪيو سين!
اِنهن نيڻن سندي نازن حيران ڪيو سين!

راتو ڏينهان دل کي هيءَ آهي پريشانِي،
اُنهن غَمزن ڳُجهن رمزن ديوان ڪيوسين.
هَي هَي هيءَ فرياد وي يارو، ڪنهن کي سُڻايان،
خونِن هِن خمارن، مَستان ڪيوسين.
ميدانَ منجهہ "سچو" تَهہ دليون آيو آهي،
اِنهن تارن سَندي تِيرن نيشان ڪيوسين.

# ڪافي

زاريون ڪَيو زار زار، ميان،
ويٺي روئان، ٻَڙي جيڏيُون!

ڪيئن ڪريان ڪاڏي وڃان،
ياڪِي سو ٿيڙم يارُ، ميان.
راتو ڏينهان ڳالهہ اِنهيءَ جو،
جيڏيون ڙي جِيءَ کي جار، ميان.
پاتو اَٿم لَڳَ پرينءَ جي،
ڳلِ هَنجُن جو هارُ، ميان.
عاشقن کي سوز ”سچو“ ڙي،
آهي سَدا سِينگار، ميان.

# مالڪوس

## داستان ڇهون

١

آءُ ڪانگا ڪارون، تو سان ڪيان ڪيتريون؛
جو پَهچائين پيغامَ تو، پريان جي پارون؛
ڪي ”سچوءَ“ سنپارون، تو ڏاها ڏهاڙي ڏئين.

٢

ڪارون ڪِيئن نہ ڪريانس، جو تو ڏئي سَنيها سَڄڻان؛
پُئي پَرَ پَڪيءَ جا، ساڻ جواهِرَ جَڙيانس؛
موتين ۽ لَعلن سان، پيئَر ڪنپ پريانس؛
پيرين دست ڏريانس، جو آه نياپا ڏيندڙ نِيهَن جا.

٣

پَڪِي سو ئي پَرَ، تو اُڏري پار پِرينءَ جي؛
خوشيءَ جِي بہ خَبَر، مانَ ونِي اچي ڪا اُوڏهون.

٤

ڇڙهيو لامَ لَنئي، اَچ تو ڪانگل قريبَ جو؛
سنِيها سَڄڻان، سي ڇهنب ساڻ چَئي؛
پورن منجهہ پَئي، تو ساهُ منهنجو سَرتيون.

٥

ڇڙهيو لنئي لاَمر، تو بوليون باجهاريون ڪري؛
ڏئي سَنيها سَڄَڻان، ٽُريو مَٽي ٿامَ؛
ماريون ماري مامَ، جا تو ڏئي لِڪائي لوڪَ گونن.

٦

پِريان جا پيغامَ، تو ڏئي مِڙيئي مامَ ۾؛
سَوين مُنجَن سَلامَ، جو ڏاهو ڏاهَپ سان ڏئي.

٧

چِپيو رهي چانيين، تو ڏئي سنيها سَڄَڻان؛
آيل اولانيين، تو ڳالهائي ڳُجهه ۾.

٨

سِگهو اُڏامِي آءُ، تون پَکيڙا پِريَن جا؛
سڀ ڪنڀ ڪريان تانهنجا، ساڻ جواهر جَڙاءُ؛
عِطر ڪتوري اوتيان، ٻيا ماڻِڪ تو مَثاءُ؛
ساري سنيهاءُ، ڪي آٽي ڏيج عجيبَ جا.

٩

ماريون مامَ منجهي ڪِي تو ٿُريو ٺاريءَ تي ڇَوي؛
سَڄڻ ڏانهَن سنجهي، ڏاهو ڏکِڃي آئيو.

١٠

آٽي ڪانگ ڏنوس، ڪو عريضو عجيب جو؛
پيئَر سَڀ پنوس، ڳاريندي ڳوڙهن سان.

١١

مون ڏي ڪالهه مُڪو، دلبَرَ دلاسَن جو؛
سندو رازَ رقعو، سو پڻ واچيو وهسان.

١٢

واچيندي وياس، هاريون پنهنجي حالَ گون؛
نامي تنهن نِياس، پاڻ لکيو جو سَڄَڻين.

١٣

ڪانگا ڪتابَتَ، ساري سارج ساهَ سان؛
اِها اَمانَتَ، ٻئي ڪنهن عامَ نہ آڇئين.

١٤

ڪتڙيءَ ۾ ڪنيءَ، لويان لاڪيٽي سَيَئِي؛
جو ڳالهيون ٻُڌي تانهِجيون، ڇپَرؤن وهن ڇَنيءَ؛
تا پُڻ اُتي ٽَنيءَ، ويهو ٿو وايو ڪري.

١٥

اَڄ نہ انهيءَ ڏارَ، لامين لَنوين ڪانگڙو؛
جيڪس پِريان پارَ، ڏسندي سو ڏکَ پَريو.

١٦

زاغَ نہ ٿيءُ زبون، ونءُ اُڏامِي اوڏهين؛
نہ تہ خاصو مُنهجو خون، پوندو ڳِچيءَ تانهنجي.

١٧

ڪاغذ قريبَن جو، اڄ مون ڪي آئيو؛
ساجن ڪيو سعيو، اَڄِڻ جو هن پارَ ڏي.

١٨

لِڪو ۾ لامين، تو لاڪِيٽو لاتيون ڪَري؛
ٿهڪندو ٿامين، ڏئي سنيهو سَڄَڻان.

١٩

چڙهيو مَٿي ڇانيءَ، ايئن چوي ٿو جيڏيون؛
’ڪڄ سِيني ۾ سانيءَ، ساري سَنيهن جِي.‘

٢٠

ساري ڳالهہ سَچِي، ڪانگي ڪئي قريبَ جِي؛
ريهي دل رچِي، تنهن نازڪ نياپَن سان.

٢١

آٽيو ڏنا ڪَر، ساتِي يارَ سَنيهڙا؛
منهنجي پارؤن پَکِيَڙا، وڃ دوسياٽي در؛
جو سِڪَ آهي مون سَر، ميان محبوبَن جِي.

ڏنا ڪَر آٽي، سدا سِڪَ سَنيھڙا؛
هِينئڙو مون هاٽي، آهہ ”سچو“ سوداءُ ۾.

◈

## ڪافي

مانَ پرينءَ پَهچائِي، هِي نياپو ڪو نيئِي!
ڳِچِيءَ پائي ڪپڙو، پاڇياٽي پَرچائي،
حال ڏسي وڃ هيئي.

پرين ڏسج پاڻ ڏي، چِتُ نہ وڃُ مون تَون چائي،
يارَ اسان ڪان پيئي.
الله ڪارڻ آءُ تون سائين، ٻانهِي تِي ٻاڏائي،
بخش اسان کي پيئي.
اوهان ٻاجهون سُپرين، ويني سو ورهَ وسائي،
ڪانگ اڏائي ڪيئي.
در اوهان جي جي دلبر سائين، ”سچو“ تو سگ سڏائي،
ٻَڌِي ٻانهون ٻيئي.

## ڪافي

هِنيون هوتَن هٿ آهي آهي،
ڪيرُ چوي تا ناهي ناهي!

فَهَمُ فراستَ، عقل ارادتَ، نيهَن بِنا ناهي ناهي.
مست ٿيا مخمور اتاهِين، ڪَل نہ پَئِي ڪنهن ڏاهي ڏاهي.
ڏوڙا طالِعَ تين اُنهن جا، يارُ جنِهان نون چاهي چاهي.
وسُ مِڙيوئيي يارَ سَڄَڻ جو، هيءَ نماڻي چاهي چاهي.

سَگ سِياپو يارَ سَجَڻ سان، ڪير ”سچيڏنا“ ساهي ساهي.

## ڪافي

آءُ اسانوٽ يارَ تون، آهي هِت اَسان جو حالُ هِي!

اُباڻِڪو آهيان گهڻو تو ريءَ پِرين پرديسَ ۾،
آءُ مِڙيوئِي، معلومُ ڪر، عاشق سَندو اَحوالَ هِي.
آهِ اوسيڙو اوهان جو، شب روز اکڙين ۾ ميان،
جانِي سَندءِ مون جاڳندي، آهہ خواب ۾ بہ خيالَ هِي.
دوست تُنهنجي درَ اُتي، دونهين وجهي ويهِي رهان،
منهن ڏيکارج محب مون کي، نہ تہ آهہ ويهڻ هت وبال هِي.
دردمَند جي در پيهِي، آءُ دوستَ دل خوشحال ڪَر،
صدقي ڪريان سِرُ ساهَ سان، ڇا مِلڪ ۽ ٻيو مالُ هِي.
وينِي نهاريان واٽڙي، تنهنجي اَچڻَ لئہ ميان،
لَهہُ سُڌِ سَنديَم ساجن اچي، نہ تہ آہ جِيڻ جنجال هِي.
پاڻون پَري نہ ڪريو مون کي، ڪي دوستَ دلداريون ڏيو،
هوءَ تون سَدائِين ساڻ مون، آهي ”سچو“ جو سوالُ هِي.

## ڪافي

آيو مُنهنجي گهر يار،
جنهن جي ڪارڻ مون تي ساٽي سَنيايا!

در پيهي مون آئيو، اج دوست مِنو دلدار.
سوئِي گڏيو سُپرين، هو جنهن جو جيءَ کي جار.
بلڪل ڪيائون پانهنجو، ڏنائون قول قرار.

معاف ڪيائون مِهَر سان، مون تي هُئو ميار.
”سچو“ سرهائِيءَ ۾، ڇڏ روئڻ زارو زارُ.

## ڪافي

راتِ پرينءَ ڪاتي پيئي، اڄ ساڃِي سُڌ ڏيجو!

پُڇاڻان پِرينءَ جي، حالُ اسان هِت هيئِي،
ساڻو ٿَڪيءَ هِڪ تيجو!
پَسَڻ ڪارڻ پرينءَ جي، ڪانگ اُڏايم ڪيئي،
نال وني هيءَ نيجو!
عرضُ آرياڻيءَ کي، نانءَ ڏٽيءَ هِي نيئِي،
ٻانهون ٻَڌِي چڱيا چيجو!
”سچو“ پاران ساٿيو، کين ڏوراپا ڏيئي،
پيرين پانڌيو وجي پيجو!

## ڪافي

دوست دلاسا ڏيئِي، ڏک ڏوڙو ورِي ڏيندئِي!

متان ويهين ماٺ ڪري، يار سَڄَڻ سان تو پيئِي،
سان نيڻن دل نيندئِي.
مون تا ڏنا ڪيترا، ماريا سي ڪَجلين ڪيئِي،
اڄ صبح تو وٺ اِيندئِي.
”سچو“ آڏو سَڄڻان، ٻانهون ٻڌي آءُ ٻيئي،
سڀُ بديون بخشيندئِي.

## ڪافي

هِيئن مَ وڃُ تون ماريون، هوتَ نماڻِيءُ کي، ميان!

سِڪ تُنهنجيءَ سُپرين، ڪوڪان هِن کي ڪاريون!
پِرين پَري ڇو وڃين، ٻارڻ دل ۾ ٻاريون؟
ٻاجهَ ٻاروچا تو پوي، سُٺِي ضعيف جون زاريون.
جايون ساري جيءَ ۾، ورهه اُوهان جي واريون.
ميان مشتاقن جون، سَههُ آرياڻي آريون.
سک اُتي ٿيو سُپرين، ڏک هِتي ڏيهاڙيون.
راتو ڏيهان ٿو روئي، "سچو" تو کي ساريون.

## ڪافي

سَڄَڻ تُنهنجو بِرهه ٻاري، اَسان جِي ساڻ تو ياري،
آءٌ تا ٻانهِي تون تا سائِين، ٻڌي ٻانهان ڪِيم زاري.

اَچانڪ لَنئه جا تو لائِي، پئِي، تا ڪَلَ نہ مون ڪائِي.
وٺيئي جائِي ڪَيئِي سائِي، پاتِي سُون ڳِل ڳچيءَ ڳاري.
وڏو سين طلبَ ۾ توئِي، نہ هو هِت حال مون ڪوئِي،
ڇوان هِي حال ڪنهن روئِي، معلوم آهي تو کي ساري.
آلانِپيون عشقَ جي لايون، ويون وسري سَيئِي وايون،
اسان جي طرف ڏي آيون، ڪئِي سڀ لوڪَ بيزاري.
لِکان ڪيئن ڳالهه هِن دمَ جي، ڏاڍي آهي راهَ هِن غم جِي،
ملامَتَ ڪُل عالم جِي، اَسان تا اَصل اِختياري.
"سچو" ڪَر سَوَ شڪرانا، پُڇي تا بِرهُ بيگانا!
توڙي هِت سي ٿيا ديوانا، مليوسين دوست هِڪواري.

## كافي

يارَ مرشِد تنهنجون ديدان،
مشتاقن کي مارنِ ٿيون!

چڪي تہ هٽڻ ٿيون چوءَ منجهاران،
ڪانُ ٻتيءَ جو ٻَچائن ٿيون.
ڏسڻ سان ڏور وجهن ٿيون،
دامر دلينِ جو دٻائن ٿيون.
شهبازن جان ڪَرن ستونا،
گهورَ اُنهيءَ سان گهائِن ٿيون.
جاڏي چَڙهن تاڏي بِرهہ بُراقان،
پير رڪيب نہ پائن ٿيون.
”سچو“ جهڙا سَوين هزارين،
ڪي ئِي ڪُرنش منجهہ ڪنبائِن ٿيون.

# مالڪوس

## داستان ستون

١

چڙهيو سَر چانِيين، لَنوين جي لاتيون ڪري؛
تہ ’سنيها سانِيين، جي تا مُڪَئي سَڄڻان.‘

٢

ٺڪيو تي ٺاريءَ، لَنوين جي لاتيون ڪري؛
ڏئي سان زاريءَ، اُيي سنيها سَڄڻان.

٣

پارانيا پويون، وجهي ڳوري ڳچيءَ ڪانگ جي؛
ڪڍي آبُ اکين مان، نيهين نِچويون؛
لڙڪن سان لويون، ٿي هئين لائيس هٿڙا.

٤

چڙهيو ڏار ڏئي، سنيها جي سڄڻان؛
تو جَڻ روح رڳُن مَون، نياپن ساڻ نِئي؛
جٿو جاءِ ٿئي، سٽين پارانيا پِرينءَ جا.

٥

اَڄ ڪانگل آيو، ماٺ ڪندي مونجهہ مَون؛
سو تا منهنجي ساهَ ڪي، سرتيون سيبايو؛
هيڏي هَلايو، اڄُ محبوبن مِهر سان.

٦

اَڄ ڪانگا چئہ ڪِيئن، سَرها ڏٺِي سُپرين؟
حالَ اسان هِت ههڙا، ڪي هُت پِي هُئا هِئين!

جهامَ ڏئي جهُڙ جِئين، تِيئن ٿِي اوتَ اکين جِي.

٧

ڏاها ٿيءُ نہ ڏورِ، ويهہُ مون کي ٿي ويجهڙو؛
ڪر ڪالهوڪِي ڳالهڙِي، جان هُئين رات حضور؛
دوستَ اڳين دستور، ڪِي تعِظيمان توکي ڏنيون؟

٨

زاغ زبانون ڪڍي، اِهائِي وائِي؛
’پِريان سندي پار جِي، آهہ تو کي واڌائي؛
’پڇي حقيقت حالَ جِي، هُت ساجن سَيائِي؛
’تہ ڪِي عاشق خوش اسان جو، ڪَل ڏئين ڪائِي!‘
مون سان بيحد پلائِي، ڪَئي پرينءَ پارؤن تانهنجي.

٩

الله لڳ اُڏام، تون موٽي محبوبن ڏي؛
وڃِي ڏيج پِرينءَ کي، اِهو پاڃِيءَ جو پيغام؛
ڪري قدمن تي پَئي، سَوَ لَک ڏيج سلامَ؛
آهي اوهان ريءَ سپرين، هِت مِڙيوئِي ماتام؛
’اچڻ جو اَنجام، ڪَر سِگهو طرف ”سچوءَ“ جي.‘

١٠

نا تہ مري ويندو هيءُ، الله لڳ اَچيج تون؛
تو توَن آهي هن جو، جانِي، صدقي جيءَ؛
لاهِہ فراق فقير ڳون، والِي ويجهو ٿيءُ؛
تون پڻ ان جو ٿيءُ، جو نوڪر تنهنجي نانوَ جو.

١١

سَيئِي ڏيج ساري، سنيها کي سَجَڻان؛
’اوهان ٻاجهون سُپرين، هُت گوندرَ گذاري؛
’گهَڙِي نا گهاري، ميان محبوبن ري.‘

١٢

پَکِي سوئي پَرَ، اَج اُڏاڻو اوڏهين؛
رسيو وڃي اُتهين، سو پانڌي منجهه پَهَر؛
آڏو عجيبن جي، ڪيائين سڀ خَبَر؛
’هُت عاشِقَ ڪي اَوهان بنا، هِنيڙي منجهه حَشَر؛
’تو اوتي اڪڙين مَون، باراني بَحَر؛
’هاڻي ڏيو دلاسو دلبر، متان عاشق اُت مَري وڃي.‘

١٣

ڏار چڙهيو ڏاهو، تو ڏئيم دلاسان دل کي؛
تہ ’صبح سانباهو، هو اَچڻ جو عجيبَ کي.‘

١٤

پکيڙا پُويانءِ، لَڙهان موتين سَنديُون؛
آءُ اُڏامِي اوڏڙو، تا جهوليءَ ۾ جهوليانءَ؛
سَيَئي کنيُ کٽوريءَ ۾، لاکيڻان لويانءِ؛
پوءِ سارو سَمهويانءِ، هِڪ هِڪ ڪري هَٿَن سان.

◈

## ڪافي

آيا ڏنوَ، آيا ڏنوَ، چئہ ڪي پانڌِي آيا!

پرينءَ ڪي هِن پارَ ڏي سَلِ ڪي ساڻِي، سَعيا!
طرف اسان جي ڪَهڻُ ڙي ڪانگلَ، ها روح سندن جا رايا!
وري سگهو ميان ونءُ اوڏاهين، جو سُورن اَسين ستايا.
”سچو“ ساري ميان گهڻو سنيارَ، سَجَڻ پِيي ڪي ئي سِڪليا.

## ڪافي

چَشمن يارَ جي مون تي، چِٹَ جا چوٹَ چلائِي!

درد مندن جِي دل اَچانڪ، آٹي عشق آڙائِي.
اسان نماٹن تي روز ازل گون، چَوُ، تَنهن جي حُسن هلائِي.
بِنِهي اکڙين سيف ستم جِي. چَو جا آٹي چمڪائِي.
بَڙِچي بِرهَ جِي سِيني اَندر، "سچو" هِن خيالُ کُپائِي؛

## ڪافي

منهنجي زاري زاري، سُهٹا سائين تو سان!

معلوم تو کي ڳالهہ اسان جي
يارَ سڄَٹ سا ساري ساري.
هِيءَ تا هيٹِي واءُ وهيٹِي،
بِره اوهان جو باري باري.
دوستَ هِئين ۾ يار سمائين،
گهوٹَ نہ وجهج گهاري گهاري.
اَصلَ لاڪون آهي اوهان سان،
يار اسان جي ياري ياري.
طرفون تنهنجي يار "سچوءَ" کي،
آهہ ٻَچيءَ ۾ ٻاري ٻاري.

## ڪافي

يارَ تو سان ڪي تا ڏينهڙا لَنگهايَم!

راتيان ڏينهان سِر تي ڪيئي، ڏکَ جا مينهڙا وسايَم.
پُڄاٹا اوهان جي ڏاها، ڏاڍا سي پور پِرايَم.

سِڪ تنهنجي سُپرين، سارا ئِي سورَ سلايَم.
پِرين تنهنجي پارَ جا، ڏيهاڙي سي پنڌڙا پُڇايَم.
”سچو“ سي ئي آيا جَن لئہ، فالان تي روز وجهايَم.

## ڪافي

ساتِي منهنجي يارَ کي،
ساري ڏيج سلام!

پِرت منهنجي روز اَزل کان، تو سان مُحب مُدام.
چئِي مَڪا هُئوَ يارَ سَڄڻ، ميان، اَچڻ جا اَنجامَ.
اَوهان جي نِي يارَ اَچڻ جا، هُلَ پَون هَنگامَ.
”سچوءَ“ جيها ڪيترا، تنهنجي در غُلامَ.

## ڪافي

تو سان يارَ سڄڻَ منهنجي پِرت اَصل گون پيئي.

اَصل اسان جو عشق توئي سان،
ڪوڙيين آهن ڳالهيون ڪيئِي.
ڪڏهن مُڪو ڪونہ اسان ڏي،
ڏکين نياپو ڏيئي.
اَسين توئِي سان هِڪ ٿينداسين،
وچون وائِي هِجر جِي ويئي.
سي ئِي سانپِج ڳالهيون اَسان جو،
جانِي ڪيڙم تو سان جي ئِي.
جي ئِي ڪَيا هَم قولَ توئِي سان،
”سچو“ پاڙيندس سي ئِي.

## ڪافي

ويھي ھِت ڪِيئن وسارين؟
پِرين تو کي پاڻَ پُڇَڻ تا!

”جيھو تيھو آھہ اسان جو“، چئہ جو دوستَ چون تا.
ڪڏھن ماندو متان ٿئين تون، تنھنجي اڳڻ اَچَن تا.
جڏھين ٿين ٿيون ھُت پچاران، تڏھن ھِت پورَ پون تا.
پِرين تو ڳون پَري نہ آھن، ويڙھي جَڻُ تہ وسَن تا.
ماندو مَتان ٿين، خوش ٿِي ”سچو“، ھو اَڄُ گوش گذارن تا.

## ڪافي

مانَ پِريَن کي پوي، ڪنِ فرياد اَسان جِي!

عشقَ جو ماريون سُٺو سَيِيئِي،
اديون ڙِي ناھِيو اوي.

ھن نماڻِيءُ جو يارَ سَڄڻَ کي،
حالُ وجي ڪو چوَي.

ھِيءَ تا تَنِ رِيءَ راتو ڏينھان،
راند روئڻ جي روي.

در دوسَن جي ڪيئي آھن،
سچوءَ“ جيھا سَوي.

## ڪافي

**ساڻِي تون يارَ مُنهنجي ڪي،**
**نيئِي پَهچاءِ سَنيهو هي!**

**تہ "قيد الماء" جي قسمت، وڏِي، دوري تو ڳون مون ڪي.**
**"سي پاڙج واعدا پنهنجا، ڪيا هُيئي يارَ جانِي جي.**
**"ڪتابَن ۾ وڏم مُنهن ٿي، تہ ٿي خورسَندگي حاصل،**
**"لڳي دل اوچتِي تو سان، وساري بِره بي تي ٿي.**
**"مون ڪي تو تا فراقِي ڪيو، اِها فرياد ڪنهن ڪي ڏيان؟**
**"هو جي ڳالهيون ڪِيُئي سانولَ، "سچوءَ" ڪي ياد آهن سي.**

# متفرق ڪلام

## حصو پهريون

### بيت سنڌي روجهن بابت

١

روجهُون رڻُ يادِ ڪيون ، اُپيون رتُ رئَن؛
هر ڪنهن ويلَ هُئَن ، اِهڙن اوراتَن ۾.

٢

روجهُون رڻُ ڦِٽو ڪري ، لاهِ لهِي آيون؛
ڻِين تار نہ تَرايون ، جو مُند نہ اُنَن مِينهڙا.

٣

مُندين مِينهن اُنانِ ، وري روجهُنِ رڻُ ڦِٽو ڪيو؛
ڏولائيءَ جا ڏينهڙا ، گهڻا گهر ڏنانِ؛
اُنهيءَ گؤن اَرمانِ ، لحظي مَنجهه لهي ويون.

٤

مُندين مينهُن پيونِ ، تَرايون تارِ ٿيون؛
وڄڻُ مٿين ماٿرين ، تاڪن تي ٿيونِ؛
وِسري ڪينَ ويونِ ، سورنُ ريجاڻِن جو.

٥

هنيَڙو چڏي هُتِ ، ٿيون روانيون روجهون؛
ڏڪيا اَوسَر ڏينهڙا ، ٿيون گُذارِن هِت؛
اَنئي پَهر چِت ، وطن تَن نہ وسري.

٦

رڻُ چڏي روجهُون ، ڪا ڏس چِتائي هَليون؛
جيلهان مُند اُنا نہ مِينهڙا ، تيلهان ٿيون ڪوجهون؛
لَڪَنِ جون لوجهُون ، جَرين جالِڙَ هَليون.

٧

ماٿر مينهن پِيانِ ، روجهان موٽي آيون؛
اَوسَر سَندا ڏينهڙا ، وسري سڀ ويانِ؛
ٽاٽا ٿَر ٿيان ، ڦُٽيون ڦوڙيون گڏيون.

٨

جڏهن ٿيا اَبَر، تڏهن روجهُن ڳاٿَ متي ڪيا؛
موليٰ وچڙيون ميڙيون ، جن تي گذاريا اوسَر؛
پهاڙيءَ جي پاندَ ۾، گڏجي ڪَن گُذر؛
ٿيون سيبئي سَر، لَنگهيَن ڏکيا ڏينهڙا.

٩

جي ڦُٽيون جي ڦوڙيون ، اُني اَچي گڏ ٿيون؛
اوسَر ڪَيون هُيون ، اورَنِيون اوريون؛
لَڪين ڪِروڙيون ، رڻُ سيوئي روجهيون.

١٠

روجهڙين اُتاءُ ، لنگهيا اَوسَر ڏينهڙا؛
موليٰ آندا مِينهڙا ، پنهنجي مهر مٿاءُ؛
جي هيون ويچاريون وِچڙيون ، هڪڙيون بِيَن ڪاءُ؛
ويُن ڏولُ وِچاءُ ، اُني اَچي گڏيُون.

١١

آسَروند آهين ، روجهون راٽيون رڻ ۾؛
اُپيون پيون اُپ ڏي ، ٿيو وائِڙيون واجهَائين؛
رڙيون ڪيو رڻَ ۾، ٿيون بُوندون بَرسائين؛
تنهن ڪُندِ ٿيون ڪاهِين ، جنهن ڪُندَ وَسَن مِينهڙا.

١٢

”سچو“ رک سَماءُ، تو ماڻهو روجهن سان گڏين؛
هاڻي صبر مَنجهہِ ئِي آءُ، ڪمائي پوري ڪري.

١٣

آيون وَس چڙهي، مُندين اُنَن مينهڙا؛
موليٰ سندي مِهر آهہ، جي وچڙيون گڏ گڏي؛
لٿيون لاهَ لڏي، روجهون ريجاڻِن تي.

١٤

رڻڻُون روجهيُون آيون، وين اوسَر ڏينهن؛
مندين اُنن مينهن، ڪيئون رُخ ريجان تي.

١٥

رڻڻُون آيون روجهون، جو سنپاليائون ديسُ؛
مُندين اُنَن مينهڙا، وسري وين پرديسُ؛
جي هيون اُنپي ريءَ اُديسُ، سي پُڻ سرهيون ساهَ ۾.

١٦

جي اوسَر ڏسِي روجهيون، رڻَ چڙهي ويئيون؛
تن ڪي وجي اُتهَين، پَلڪان ڪي پيئون؛
پوءِ مُندين اُنن مينهڙا، سَبزيون سپ ريئيون؛
ڊِوَ واري ڊِيئيون، ڊِليون گاهَ گُلن تي.

١٧

رڻِ چڙهي روجهان، ويون وري ڪَٺَ ڪري؛
سَبز سِيڻيون آئون ساوڙيون، سَيڪا چاڪُ چَري؛
پُري آئيون پِيئي تي، پَهاڙؤن پَري؛
وِيَن ڏولائي ڏينهڙا، سَيڪا پَلُ پَري؛
”سچو“ مون نہ سَري، ريءَ ميلائي سَجَڻين.

١٨

جي رڻ چَڙهيون روجهَڙيون، ڪيون ڏولاون ڏڪِيون؛
جبلن سَندي جهولِئين، بِرُ هيون بُکيون؛

تيون هاڻي سڀ سُکيون ، جو مُندين اُنَن مينهڙا.

١٩

هِنيون لاهي هَليون ، روجهان رڻُ چتاءِ؛
موٽي مِهر موليٰ جي تين ، جو اُنَن مينهن مَتاءِ؛
ڏولائي جا ڏينهڙا ، لاٿا پاڻَ خداءِ؛
وري پنهنجي ديس ڏي ، وريون جاءِ بجاءِ؛
واري وسَ وساءِ ، ڪا رازقَ روجهڙيَن تي.

٢٠

روجهون وني واٽَ ، هليون تَرايَن تل تي؛
گولاڙن جي گس تان ، چَٽن مِني ماٽ؛
لاهي اُج اُساٽَ ، راهِي تيون رڻَ راهَ ڏي.

٢١

روجهون ريجاڻن تي ، لنگهي لَس ويون؛
بوندون جِت بارانَ جون ، پَهاڙين پيون؛
رڻَ ۾ سي رهيون ، جن پنڌُ نہ ڪيو پهاڙ جو.

٢٢

راهي تيون رڻ راه ڏي ، لاهي اوسٽَ اج؛
پهاڙيءَ مان پُجَ ، روجهن ڪيا رجَ تي.

٢٣

راهِي تيون رڻ راه ڏي ، لاهي اُج اُساٽ؛
اَچي وُٺُن اوچتو، وڏَقـڙو ۾ واٽَ؛
رعد جي رڙين تي ، ٿَهي ڏنائون ٽاٽَ؛
پُڳيون منجهہ پهاٽَ ، لَٽَن سِڪَ "سچو" چَوي.

٢٤

وِنِي وٽَ پَهاڙَ جي ، هليون منجهان هيـجَ؛
رِسي مَتي ريجَ ، پانڊوڙيَن پِيا ڪيا.

٢٥

رڻَ چڙهي روجهون ويون ، ڏسي اوسَر ۾ اولا؛
اُنا مينهن مِهر جا ، مِهر ڪئي مَوليٰ؛
روجهيون ريجهيون ، ڏسي ڪري ريجڪ رسيلا؛
واحد وسيلا، پٽَن تي پڌرا ڪيا.

٢٦

روجهُن زارو زار ، اُپِي رنو رڻَ ۾؛
رڙيون سُٽي رُليُن جون ، سعيو ڪيو ستارَ؛
ساري ساز سُرودَ سان ، سارنگ لَٿين سارَ؛
روجهن ساڻ رهاڻ لئہ ، ڪِنوٽين ڪَئي ڪيڪارَ؛
ٿهي هليون ٿيلن تي ، سُٽي گوڙ گجڪارَ؛
وسي وسَ وڏي ڪَئي ، وسڻ جي وسڪارَ؛
تانگهيون تارَئون تار ٿيون ، ترايون تلهارَ؛
سَچي لَٿڙي سارَ ، سِگهي سڪَ وارئين.

٢٧

ڦوڙائي جون ڦَٽيون ، ڦوڳيون ٿيون ڦولهِين؛
اَبر سندي آسَري ، ٿَڪَر ٿيون ٿولهين؛
ڳوليو ٿيون ڳولهين ، ترايون ٿَر پَريون.

٢٨

" مندائتا موٽيا "، روجُهون چَوَن روئِي؛
"قسمتَ قيدالماءِ" ڪي ، ڪونَ جهَلي ڪوئِي؛
" سائين سگهوئي ، ڪَندو وسَ ولهِن تي!"

٢٩

"مندائتا موٽيا" روئِي چَون روجهون؛
"ڪميٽيون ڪوجهيون ، قادرَ تنهنجيون آهيون!".

٣٠

پانڌوڙيون پهاڙَ جون ، رڻين ڪوه رهن؛
لوچي سي لَهَن ، جن ”سچو“ ٻَڌو سندرو.

٣١

ماٺر مٿاهان پنڌڙا ، پانڌوڙيون پُرن؛
سانگن متي سَرڙا ، چَريو سي چَرن؛
ورِي ٿيون ورن ، ”سچل“ سي ساٽيهه تي.

٣٢

ڇڏي رڻ راهِي ٿِي ، روهَن مٿي روجهه؛
ٻيلي پَئي ٻوجهه ، چَرڻ جِي تنهن چِت ۾.

٣٣

روهَن اَندر روجهڙيُون ، ڪيون ڏڪيون ڏولاون؛
”سچل“ سي ساون ، سُڪيون ڪيون سُڪديسَ ۾.

٣٤

پَلر پَهاڙين پَلتيا ، واحد ڪَين وسَ؛
لنگهي ويون لَسَ ، روجهون راجاٽَن تي.

◈

## دوها

شَي آهيان ڪاڪيون ڪهڙِي ، جا سمجهي نہ جاڻان!

بعضي پايان پُتلي ، يا آهيان گُڏيءَ ڏور،
يا گوءِ آهيان هٿ يارَ جي ، يا وانگيءَ وانگر زور.

يا تا محل آهيان ، جنهن ۾ شهنشاهه،
ٻوليون ڪري ڪيتريون ، ٿو درنئون داناهه.

يا تا گهوڙو آهيان ، جو هَلائي هَسوار،
يا تا موج درياهَ جِي ، جا ٻوڙي ٿي ٻاهار.

يا مِهنديءَ گل تا آهيان ، جنهن اندر لالائِي،
يا آهيان گل گلاب جو، جنهن سِر ۾ سرهائي.

يا تا چشمو آهيان ، جو اَبر ۽ريو آب،
تنهن ۾ سايو سج جو، يا پاڇوئي مَهتابُ.

يا تا پاڇوئي حق جو، آءٌ اَصل کان آهيان،
جنهن ۾ ڳالهه ناهِ تا ، سو ٻيي تا ناهيان.

ڳالهه "سَچوءَ" تا سَمجهِي ، ڪؤن هاديءَ اِهائِي،
تا غير خدا جو ناهيين ، آهين صاحب سدائي.

## هدايت ١

رمزان سي هاديءَ جون، ميان،جيڪي چيائون مون ڪي سي سَلَڻ ناهن،
هوءِ هوءِ - ڏريون آهن دل تي!

ڳالهيون ڪري ڳُجهه جون ، ٿا صاحبَ سَمجهائِين،
" لااِلہٰ " ڪؤن اڳنان ٿا هادِي هلائِين،
سَمجهڻ " سَمع بَصَر" جو ٿا فائِقَ فَرمائِين.

" خوديون خاص نہ ڀائنجو هِي نِت نِت نمازان،
جاڻو ڀَلي ڳالهڙِي هِي سوز و گدازان،
اَٿواَناالحقَ' جا اِهي عِبرت آوازان."

هَي هَي هِڪڙي ڏينهنڙي ،تا هادي اِئين چَون،
”جَن نہ سمجهِي هِت ٻَالهڙِي ، سي سُيان گهٽو رون،
جَن سُڃاتو هتهين ، سي هُت پِي اِئين هُون.“

”جيڪي يَليون ٻَالهڙيون ، اُنهن پُڄَڻ پَري آهِ،
ڪوڙا قصا ڪُھ پئا يار، سُڃاڻ سَواءِ،
پُرجهَڻ آهي پاڻ کي ، بِي يَلي بات نہ ڪاءِ.“

هاديءَ حقيقت جي ، يار، موتِي هيئن چيو:
” آقا آهي هيءَ ادا آهي ڪونہ بِيو،
جي ئِي لنگهيا سَيَ گؤن ، يارُ مقصد تن ٿيو،
سائين ساڳيو سو اَتو، جو وجودؤن ويو.“

## هدايت ٢

مرشِدَ هادي رهنما ، تا سَمجهائِن اِئين:

”هُو تُون جاڻج پاڻ کي ، متان هيءُ ٿئين،
”وحدت جي چوگان ۾، اِها گوءِ نِئين،
”سچو‘ ساڻ يقين جي ، هِي حال ڏي هِئين.“

## هدايت ٣

هادي ويڙهي آيو، هاڻي سائينءَ هِيئن سمجايو،والِي ويڙهي آيو!

”ڪڏهن ٿيو ڪونڪو، عاشقِن آرام، ميان،
راتو ڏينهان تن اُتي محبت جو ماتام، ميان،“

خاڪون هَلج خاص تي ڪر پاڻِيءَ ڳوُن پرواز، ميان،
چڙيءَ چَنبو ماريُئي ، تي شاهِين ۽ شهباز، ميان.“

”جيڪو اَصل آهي، ٿيو هاڻي سو سلطان، ميان،
گهوڙي چڙهندِڙ گم ٿيو، پيو گهوڙو ۾ جولان، ميان.“

” گرد ڳجهو ڪيو طالبو، اهو گهوڙي جو هسوار، ميان،
گهوڙي وارو گم ٿيو، اُپريو گرد غبار، ميان.“

آيو بحر جوش ۾، تڏهن موج پَئي ٻاهار، ميان،
هَي هَي آيو نانءُ ۾، ٿيو ساوڻ جو سينگار، ميان.“

”لُڙَ منجهَون ٿيو اَچو ڪارو، اَصل سو درياه، ميان،
بيحد رنگ گهڻا ٿيا ٻاهر، هرڪو ٿيو گمراه، ميان.“

”ساونڻ لٿو، هڪ ٿِي تڏهن پاڻي موتيو پوءِ، ميان،
ڪارو اچو لُڙ ٿيو، اهو سارو سمونڊ ٻوءِ ، ميان.“

”نانءَ لَهِي ويا ٻاهريان ، اهو باقي رهيو نام، ميان،
ڪوران، ڪَسيان، واهڙان، هت ڪلي ٿيا گمنام، ميان.“

”هِت سَيئِي درياهه ٿيو، ٻيو ڪوڙا لٿا نانءَ ، ميان،
اول آخر هڪ ٿيو، ويا وچائون ڳنان ، ميان.“

”اصل جيڪي هوس آءٌ آهيان هِت پِي سو، ميان،
آخر ٿيندس وجي اُهوئي ، هڏ آهِيان ڪونہ ٻيو، ميان.“

”اکيون اکڙين ۾ رکي ،تون پنهنجو پاڻ سُجاڻ ، ميان،
پوي نظر جت تانهنجي ، تت پنهنجو چشم چال، ميان.“

”اکيون اکڙين ۾ رکين ، تا هِت هُت تون‘ هين آءُ ، ميان،
جي خبر اکين جي لَهيين ، تا تون نرالو نانءُ ، ميان.“

اکين مون معلوم ٿئي ، اِهو صورت جو سينگار، ميان،
”سچو“ سارو سچ ٿيو، ٻيو ناهي تفاوت وار، ميان.“

## ڪافي ١

اڄ تون اسان وٽ آءُ ، تون مينهن والَ ميهارَ، ميان!

پاڻي اُپڙڻُ نا ڏئي ، هڪ ويريون ۾ ٻيو واءُ ، ميان.
ڪارِي، ڪُن لَهريون لسان ، دورَ وڏي درياءُ ، ميان.
ساهَڙَ سببون تانهنجي ، سَرتيون ڏين نہ ساءُ ، ميان.
پِرين وڙئون پانهنجي، ”سچوءَ“ لَهُ سماءُ ، ميان.

## ڪافي ٢

لَڙ وهي لوهاٽو، يارَ، وي!

سا ڪيئن ترسي تار ۾، جيءَ جنهين جهوراٽو.
ڪاهيو پوي ڪُنن ۾، ڏِنس عشق اوراٽو.
ساهڙَ ٻاجهون ساهَ ڪي ، ڪيو ورهَ ويڳاٽو.
سانولُ سدا آهِ مُون ، اوهِين سيئِي ٿيون ڄاٽو.
پچندو اَچي پاڙِهين ،”سچل“ يارُ سِياٽو.

## ڪافي ٣

آڪوڙِي! آءٌ ڪير آهيان ، ذات نہ ڄاڻان ڪير!

سَهي ڪَري ڪين سگهان ٿو، پيئَر پنهنجو پيرُ.
ڪاٿئون ٿِي آءٌ ڪاتي آيس ، پرتَئون پاتم پيرُ.
ساڳيو ئي سو رانجهو آهيان ، تنهن ۾ ڦندُ نہ ڦيرُ.
پاڻؤن ڄاڻي پر گهمايَم، سُرهو ڪِيُم اَنڌيرُ.
مَڪي مَنجهہ مَسيت بڻايَم، جڙيو جيسلمير.
”سچو“ نانءُ تہ آهي منهنجو، هَڏِ نہ آهيان غير.

## ڪافي ٤

ساتي ڙي ديسَ دلبر جا، سِگهو وڃ پار پرين جي؛
خبر ڪا خيرَ جي آڻين ، آهي خوش خاص سو مَظهر!

پانڌِي پيغامَ هي ني تون ، سنياري دوست کي ڏي تون،
ڳالهيون ڪر ياد پيي تون ، آهينم تون دل گهريو دلبر.

عاشق ايڏهن نهاري ٿو، تو لئہ گوندرِ گذاري ٿو،
سَڄَڻ تو سَرس ساري ٿو، اَوهان لڳ آهِ مُنتظر.

زياده ٿو ڪري زاري ، ڪيائين سَؤ ڳِچيءَ ڳاري،
مَ ڪج تنهن گون بيزاري ، ڏسي ڏوهن سندو دفتر.

دردَ ۾ دل بَجانو ٿيو، اُتي يَڪدل يَگانو ٿيو،
وني نياپا روانو ٿيو، رسيو تاروءِ وڃي رهبر.

اڳيون پِي ٻاجهہَ هُت پيئي ، وائي تا هجر جي ويئِي،
دلاسا دوست ڪيا ڪيئي، لِکڻ کون هِن اُهي ٻاهر.

آهي سڀ خيال هِي منهنجو، اوڏنهن ويو حال هي منهنجو،
”سچُو“ ري سوالُ هي منهنجو، حضوريءَ ۾ ٿيو حاضر.

## ڪافي ۵

تنهنجي چشمن چيٽڪ لايو،
آئٌ هاڻي ڪئن ڪريان!

ڪَلَ نہ مون کي ڪا هئي ، عشق اَچانڪ آيو.
دل اسانجڙيءَ لعل لپيٽيو، رمزن جو رنگ لايو.
سدا گھُرجي ”سچوءَ“ کي ، محبت جو نِي مايو.

## ڪافي ٦

يارَ ٿئين وجي ياڪي،
متان هي وسارين، ميان!

ٻيو سَيو مون وسريو، برہُ رهيو هڪ باقي.
تنهنجي طالبَ آهيان ، محبَ مون تا ميثاقي.
ڪم منهنجو ڪيچ ۾، هاڙهو سَڀُ هَلاڪِي.
لاهج پنهنجي لطفَ سان ، گوليءَ کون غمناڪي.
ڪَر پاجاڻي پنهنجي ، ”سچُو“ هيءَ ڪساڪِي.

## ڪافي ٧

هِيءَ غريب نماڻي،
ڪيئن بيراڳِڻِ ڪَيَئہ!

معاف مدايون ڪَر تَنهين تَون ، الھ لڳ آرياڻي،
پيش اچي جا پَيَئہ.
بِيني آهيان يارانهيءَ تي ، حُب منجهؤن هوتياڻِي،
ڳالھ چُڪِيءَ جا چيئہ.
هڪ خيال نِي دل تي تنهنجو، تنهن ڪَيَس جوڳياڻِي،
خيال ٻيا سڀ ڳنيَئہ.
وعدن واري ڳالھ اَسان سان ، هوتَ ڪَيَئہ جا هاڻي،
ڪيئن وسرِي سا ويَئہ.
ڏک ڏوراپا ڪهڙا توسان ، پرين سا ڪيئہ پُڄاڻي،
نال نماڻِي نہ نِيَئہ.
پَري نوڪَ نيهَن جِي سائين،"سچوءَ" ڪي نِي سُڃاڻي،
هوت پَري جا هَنيَئہ.

## ڪافي ٨

عِشق اسان وٽ آءُ ، اچي تو تا سانوڻ لايا!

چئنچل چيهل تي چوڏاري ، مينهن رات ڪئي موچاري،
عزت لڌي آسمان ، پِرين اچِي پير گهُمايا.

بوندَ بِرهَ جي بَرسي باري ، جوشَ اڪِيَن مون جَرَ ٿيا جاري،
بيحد ٿيا بارانَ ، اصل ڪون واهَ وهايا.

گل ڦُل گاهن ڪِئِي گلزاري ، مَجيائون سارنگ جي سرداري،
سَهسين ٿيا سامان ، اَڪين اڄِي آگمَ لايا.

يار "سَچَل" چئي مُحب مِليا سي ، بيشڪ دل جا دردَ لٿا سي،
شاهِي رکيائون شان ، اڄي تَن حُڪم هَلايا.

## ڪافي ٩

عِشق پنهنجي جي خَبر جي ڪَنهن اَدا عاشِق آهي،
مُشرڪ ۽ مُرتَد آهي ، توڙي اهو تارڪ آهي.

جو ٿيو گُم يار ۾، پاڻ ئِي کون لا تعلق آهي،
پانهنجي هُوٽَئون اُهو، هَر فعل کون فارق آهي.

ڪُفر ۽ اسلام کون ، لاڙو انهِيءَ لاشڪ آهي،
رمز تا هِن راز جي ، سمجهي سوئي سالِڪ آهي.

دائم دُوئيءَ وارن نظرَ، هڪ خلق ٻيو خالق آهي،
اُپٽي جو عبرت جون اکيون ، تنهن کي مڙيوئي مالڪ آهي.

جِيئن هاديءَ فرمائيو، سوئي سَيو برحق آهي،
سو "سچوءَ" مُرشد سچو، سو پير عبدالحق آهي.

## ڪافي ١٠

جيءُ آئين يَلي آئين تون،
ڪنهن منزل مون پهچائين تون،
ٿو موٽي سِرُ وڍائين تون!

سرمَدَ کي ڏيئِي لَتَ کهايئِي، سوريءَ تي مَنصور چڙهايئِي،
شيخ عطار جو سِرُ وڍايُئي ، هاڻي هيڏي پنڌَ پُڇائين تون.

زڪريا ساڻُ ڪرٽَ چِيرايئي، يوسف کي مَنجهه کوهَ وجهايئي،
شمس مُلن جي هَٿئون مارايُئي، عاشِقَ ٿو آزمائِين تون.

جٽيو ڪفر صنعان وجهايئي، بُلي شاھ کي ذبح ڪرايئي،
جعفر کي درياء ٻوڙايئي، تن کي پار لنگهائِين تون.

گهاٽي ۾ بلاول پيڙايئي ، عنايت ميدانَ مارايئي،
ڪرمَل کي هِنَ حُڪم هِلايئي، ڦيرُوءَ ڪَنڌُ ڪَپائين تون.

قاسِم دُرن ساڻ سَتايئي، موسيٰ کي ٻي سُهاڳَ ونايئي،
اڪيداسَ تَعزير ڏِوايئي، سو اَڄُ ساڃيو آهين تون.

”سچو“ سَندءِ پنڌَ پُڇائي، گهوريو پنهنجو سِر گهُمائي،
نِيهن واري ڳالِهه ڳالهائي ، عاشق تي فرمائين تون.

## ڪافي ١١

حڪم تنهنجو ٿو هلي، پَر ڏوھ پاڻ ئي کي ڏيان!

آهي ”فَعالءُ لمَا يُريدُ“ نانءُ هِيءُ ڪاڏي نِيان؟
آهي ” وَبي يَنطِقُ وَيُبصِرُ “، تر نہ توريءَ جيان.
جاڏهن اچي ظاهر ٿئين، هَل هيجَ! مَون تاڏي هيان.
” يَرجِعُ اِليٰ اَصلِه “ سُڻُ مامَ هِيءَ مُون هان مِيان.
گمنام غمزي ۾ ڪرين، ساڃيو”سچو“ سُوئِي ٿيان.

## ڪافي ١٢

دِل چَپَن سان جي چُمين، پير مُغان جو آستان،
محبتَ سچي محبوبَ جي، بانڪا وجي تون باس تان.

ڪي ڏينهن مون دلدار لئہ، ورد ۽ وظائف تي پڙهيا،
جڏهن عشق آرانيا ڏنا، تيون خود خدا جون خواستان.

جڏهن شوق مون شامل ٿيو، ٻيو خيال خاطر کون ويون،
هڪ واسطو تنهنجو رهيو، وسري ويون ٻيون واسطان.

راهون سيئي گمراهہ ٿيون، جي مون پڇين تون ڳالهڙي،
ڪر گُذري ٻئي گوڙ ڪان، اَٿئي راهَ رب جي راستان.

رنگ روح ڪي جيڪو لڳو، دنيا ۽ عقبيٰ پٺ پَڳو،
غمزي تنهن گم ڪُل ڪيو، وهَواهہ ٻيا وسواس تان.

عشق جي ڙي جيڏيون، ناهي تمامِيت ادا،
چاهون چوائي ٿو گهڻو، هِي درد مون ڪي داستان.

”سچو“ سدا سِڪَ ۾ رهين، متان تون جهَلين روئٽيُون اکيون،
هت درد وارن جي پرين، پاڻهِين ڪرن ٿا پاس تان.

## ڪافي ١٣

ڪَنهِن سان ڪَيَم نہ ڪَلَ،
جو سودو آندم پاڻ سان.

سودو ڪَنهِن نہ پُڇيو، آيس ۾ مشڪل.

گران قيمت كون سَيَئي، موتيا تنهن مَهَل.
سودي ههڙي جي اُتي، لاهن سي نقل.
ميڙون موڙن تي كري، عالَمَ كَئي اُجَلَ.
حال ڏسي تا هُنَ جو، جيئَڙو منجهه جَنجَل.
ڏوهه نہ مون كي كو ڏيو، پئي خَلقَ منجهه خَلَلَ.
"سچوءَ" سرفراز كيو، آٽي سو عشِق اَجهَل.

## كافي ١٤

صحي سڃاتوسي، هاٽي اَصل اسان جو تون آهين!

عاشقَ متان اوتيين، پِنبٽيَن مون پاٽي.
كڏهن اسان جي ڳالهه كون، عذر متان كو آٽي.
عاشق مِني ڳالهه جي، ميان، وَري تا ڏين وراٽي.
ڏينهن ئون نئين آهي سا ، ميان، ناهي سا پرت ٻُراٽي.
تن ۾ تنهنجي اصل اَسان جي، "سچو" ري سِكَ سَماٽي.

## كافي ١٥

آهيان اوهانجَڙو اُئين- دوست چوين كير آهين؟

پِرين ڏسج تون پاڻَ ڏي، آءٌ ٻانهو تون سائين.
پنهنجي درئُون سُپرين، پير منهنجي در پائين.
ڳچيءَ پائي كپڙو، ميان، پِرينءَ كي پَرچائين.
آءٌ اَوهانجڙو آهيان، چِت نہ مان تَون چائين.
ديدان كڻُ تون مَتي الله لَڳ، ميان، "سچوءَ" كي سَرچائين.

## ڪافي ١٦

جيڏيون مون کي چو ٿيون جهليو،
وينديس پرينءَ جي پار!

هُنَ پَرِ پيرا ٿي ڪريان، جو مون هُتِ روح رَليو.
ڏانهن گهٽا ڏينهَڙا، مون ٿي عِشق اَليو.
روح پريان جي پارَ ڏي، وٺي سا حُبَ هَليو.
پريان سندي پارَ ڏهون، پاڙيچون نہ پَليو.
”سچوءَ“ جوڙِي سَرتيون، محبَتَ مَن مَليو.

## ڪافي ١٧

منهنجو هِنئڙو وڃي پيو، پرينءَ جي پار، وو!

سپيريان ڏي سرتيون، مون کي نِيهڙي نيو.
ڳُٽين ڳالهيين يارَ سَڄَڻ جي، سوگهو ساھ ڪِيو.
پاٽون پائي اڱڻ اَسان جي، لالن شال لِيو.
جَڙ لڳي هُيوَ جيڏيون، تہ ڪِيئن مون ڏوھ ڏيو؟
سُپيريان جي سِڪَ ۾، مون سان ٻيلي ڪوئہ ٻيو.
سڱُ سڄڻ سان سگ ”سچوءَ“ جو، جيڏيون جيءُ ٿيو.

## ڪافي ١٨

دل جا دلبر يار، سگهو سگهو اِيندو رهين!

اسان نماڻن جي نانءَ سائينءَ جي، لهين تون سار سنيارَ.
پار اوهان جي ڪيئي مڪاسين، قاصد سَوَ هزار.
اوهان ٻاجهون يار پيارا، اَچن ٿا اُوٿار.
سي تون پاڙج پرين پانهنجا، ڪَيوَ جي قول قرار.

هوءَ جا هيڙي مٿي منهنجي تي، ڪرين سا معاف ميار.
”سچو“ اوهان لئہ يار سياڻا، روئي سو زارون.

## ڪافي ١٩

پڇو نہ منهنجي ذات، جوئي آهيان سوئي آهيان!

اچڻ اَسان جو تيو اُتاهين، جاتي ڏينهن نہ رات.
ظاهر آهِ زبانون منهنجي،”الاقرب“ سندءِ ڪلمات.
”سچو“ سِر سهِي ڪر پنهنجو، عشق منجهون عِشقات.

## ڪافي ٢٠

مڙس ٿي منصور چئہ ، نہ تہ ڪيم چئہ منصور هان،
منصور جي منزل اتي ، ڏاڍا تماچا تهمتان.

سگهہ نہ جي ساري سگهين، منهن رکين تنهن تي مٿان.
چو چوڪراٽيءَ ۾ پئِي، رانديون روين راتو ڏينهان.
احوال سڀ اسرار جو، سائين عشق کي آهي عيان.
نُڙڪو نڳيءَ ۾ ٿاهہ جو، ناحق ڪرين ٿو ناتوان.
هِن کي چيو هُن کي چوين،” آهيان لاهوتي لاطمع“!
منصور جي تنهن ملڪ تي، آهن سدا نوڪان نوان.
سُڻ ”سچو“ تون سمجهہ رک، توکي چڱائي ٿو چوان.

## ڪافي ٢١

وهيان وساريان ڪيئن، جيڏيون جي لنءُ لائي ويا!

گهوري چڏيم هي گهر جايون، بره بهيران پنيءَ لايون،
پير نہ پوءِ ورايان، وري سنياريان ڪيئن؟

شهر ڀنڀور کان ٿيم آزادي، ڪيچ ويندي ئي ڏنم شادي،
تنهن سان نينهن نباهيان، پوءِ نهاريان ڪيئن؟

ٿي ئي منهنجي دلڙي ديواني، محبت ڪيڙيس آئٌ مستاني،
در در ڦيريون پايان، هت گذارايان ڪيئن؟

پور پِرينءَ جي ڪئي پڌرائي، اوڙي پاڙي وڃُڻي وائي،
ڇاڪي عِشق ڇپايان، هُڻ گهر گهاريان ڪيئن.

ڪيچيڙن جي ڪم اَچان جي، رنگ- ڀَريَن جي رنگ رچان جي،
"سچو" ري ڳُڻ ڳايان، هي سرُ واريان ڪيئن.

## ڪافي ٢٢

اوهين پنهنجو پاڻ آهيو، ننگَ نباهڻ وارا!

هيءَ نماڻي عيبَن هاڻي، هٿ مَٿئون مون نہ لاهيو،
- نيڻ وهائِن نارا.
عاشق سندوَ آهن اُداسي، ڇاه منجهون سي ڇاهيو،
- جي وره ڪيا وسڪارا.
ميلائيءَ جو مشتاقن سان، ناه ڪو سِگهڙو ناهيو،
- مَر تا ڪرن نظارا.
اصل لاڪون آهن اوهان تي، پاڻ پِرين نباهيو،
- ڪَم "سچوءَ" جا سارا.

## ڪافي ٢٣

تي تون رهبر راهي، پِريان سندي پار ڏي.

ڏيهه انهيءَ جي ساتي تون سگهڙي، آءُ لهي آگاهي.
تِر نہ هڪڙو ترس اِتاهين، والي آهي تنهنجو واهي.
هِن نماڻيءَ سان نانءَ سائينءَ جي، ڪرين تون هيءَ همراهي.
درد اسان جي جِي اڳيان دوستن، ڏيندا هي نيڻ گواهي.
يار مسافر سگهو "سچوءَ" سان، آڻي تون ميڙ اِلاهي.

## ڪافي ٢٤

جاني جدائيءَ ماريو، ڏينهن ڏهلا سي گهوريا!

اَصل لاڪون آهيان اوهان جي، ويچاريءَ نہ وساريو.
نانءَ سائينءَ جي اسان نماڻن سان، اَچي سو گڏ گذاريو.
مشتاقن ڏي مهر پئي تا، ڪٽي نيڻ نهاريو.
پري نہ پاڻُوَن يار ڪريجو، پنهنجيءَ وَٽِ ويهاريو.
سَگ "سچو" آهي در تنهنجي جو، پنهنجي سو ڪَڍِ قطاريو.

## ڪافي ٢٥

تورا ڪيڏا مون سان لايا، يار سانگِيڙِي ميان!

جيئن چيوسي تيئن مجيائون، موتي نہ تن موٽايا.
چُپ چپاتي ويڙهي اسانجي، اَچ اَچانڪ آيا.
دل سان لايم هو جي دلبر، سچا سخن فرمايا.
ڏکن سکن ڏي ڪين ڏنائون، توڙي عاشِق تي آزمايا.
"سچو" هئاسي اُداسي جَن لَئہ، سي مولٰيٰ محب ملايا.

## ڪافي ٢٦

اڄ جو جوڳي آيو، ناٿُ تَنهن جو نٿي ڄاڻان!

سر جهٽائون جوڳن واريون، لڳين تنهن بسمو لايو.
ذري جوڳي، ذري سنياسي، تنهن ساميءَ ناٿُ سڏايو.
ذات اِنهيءَ جي نٿي سڃاڻان، ڇندين پاڻ ڇُپايو.
ڪڏهن نہ ڏٺم ڏيهہ اِنهيءَ ۾، موليٰ سو آڻي مِلايو.
ڏسڻ سان تنهن جوڳيءَ جي، مون ڏاڍو پور پرايو.
سيرين بازارين گهِڻ گهِڻ گهنگهرو، ڇَم ڇَم تنهن ڇمڪايو.
سوئِي ساڳيو رانجهَڻُ هُيَڙو، ”سچوءَ“ سِر سُٽايو.

## ڪافي ٢٧

هُتَئون هَلِي هِت آئين،
ڪَرڻ واپار ڙي وڻجارا!

وچ بازار جي چوسُولَ وچ ۾، پڙي پِرت جي پائين.
شاهَ پنهنجي سان وعدو جو ڪَيڙءِ، ڏينهن سمجهي چت لائين.
شاهوڪاريءَ جي ڪوني جا پاتَئي، سا ويهج ڪِيمَ وَسائين.
وڻج وره جو ٿئي موتي لعَلان، بي گهور سا ڪِيمَ گهُمائين.
سودو سَچَ جو آهي ”سچو“ هِي، ڪوڙَ ڪَنگڻ ڪَچ ڪائين.

## ڪافي ٢٨

حُجَ ڦِٽِي ڪِيَم هَاٽي، ماريس تنهنجي ماٽي،
الله ڄاٽي!

تنهن ڏينهن لاڪُون يار اَوهان سان، لايو نِيهُن هِن نماڻي،
الله ڄاڻي!
ويٺي ڏسان واٽ اوهان جِي، آءُ پَلا هِن پاڻي،
الله ڄاڻي!
جيهي تيهِي آهيان اوهان جي، سائين تون پاڻَ سجاڻي،
الله ڄاڻي!
راتيان ڏينهان يار سَڄَڻ مِيان، تَن توئي ڏي تاڻِي،
الله ڄاڻي!
ڏوڙا طالع ٿِيَن "سچوءَ" جا، الله جي توکي آڻي،
الله ڄاڻي!

## ڪافي ٢٩

حال اَچي ڏس هاڻي، وَهي ٿو پنبڻيئون پاڻي،
پاڻ ڄاڻين!
لَکُ ڪنيزڪ مُلهه خريدڻ، سائين تون پاڻُ سُڄاڻين،
پاڻَ ڄاڻين!
سُڌ لَهڄِ تون سِگهَڙِي تنهن جي، جاني ڪَيَو جوڳياڻِي،
پاڻَ ڄاڻين!
ڏيئِي ڏيکاري پاڻ ڇُپايُوَ، پلي اُها توکي پاڻِي،
پاڻ ڄاڻين!
روز ازل کون درَ تنهنجي تي، والِيءَ سا هِيءَ وڪاڻي،
پاڻي ڄاڻِ!
سيني اندر يارَ "سَچوءَ" جي، سِڪ سَندءِ ساماڻي،
پاڻَ ڄاڻين!

## ڪافي ٣٠

مُلڪَ جا مالڪ ٻيا هِن، تون وِچَون ٻينين ٻَڻِي؛
هَي ڪَنهِن هِن حالَ ۾، توکي وڏو هَستِيءَ هَڻِي.

سير لِلّٰهِ سير باللّٰهِ، سير مون الله گهر؛
سير في الله لاهِ تون، خود کون وڃي مَنزل ڪٽِي.

هِي جِيَڻ آه عاريت، جن جو آه تن لي وٽي؛
ڪڍُ وچَون تون پاڻ کي، اَندر ٻاهر آهي ڏٽي.

آهين امانت ٻِيَن جي، تون آهين ڪاتي ڪِينکي؛
سِرُ هِيءُ سارو سهي ڪَر،"هڪ ٻه ٽي" چو تو ڳٽين؟

انسان جو اولو ڪَري، سَؤ رَنگَ ڪَرين سَنسارَ ۾؛
ساهه کي هِيءَ ڳالهڙي، وَه واهَ جا "سَچُو" وَٽِي.

## ڪافي ٣١

ڪم نہ عاشِقَ سو ڪرين، جَنهن ۾ تنهنجِي تعريف ٿئي،
ڳڻُ ملامت ڪا مٿي، مَرُ ڏيه تو طعنا ڏئي.

ٻِرهَ ۾ بَدنام ٿيءُ، ٻيو ڪِين ٿئي ڪَسٻَن ڪِئي،
عشق جي درياه جي، چولِي چڪي مَرُ تو نِئي.

پوءِ تا ساري خبر دوست جي هِنَ پَنڌَ پئي،
راه گم ڪر پانهنجي، وَئون وکَ نہ ڪنهِن ٻَهڳُڻَ ٻئي.

يچ حِجابان پڌر پَئه، لوٽيو توکي کهڙي لِئي،
چا ٿيندو پوءِ تا "سَچُو" ،هَي هَي اِنهيءَ ورھ وئي.

## ڪافي ٣٢

سَل ڙي سوداگر، تون تا آئين وَڻِي هِتِ سودو ڪهڙو؟

هُتَئون آٽي هِت ڪِيئن لڪايئه، ڪٽي مُشڪَ عطرَ؟
هوڪو هِت ٻيو ڪيهو ڳهُمايئه، ڪَري تا ڳُم گوهَرَ؟
هِهڙي جوهَرَ جي هِتي، ڪَنهِن سان نہ ڪَيئہ ڪا خَبَر.
پنهنجي اڳيون ڪَيُئہ مِڙيوئِي، سارو مُلڪ مَشهر.
چاڪون تو تا شاھ چُپائِي، هِيئن سا هَٿَ مُهر.
لڪِي ڏنا تو ڪيترا، مُلَن ڪي مَحضَر.
لعلان لڪين ڪيون پڌريون، "سچو" وي سَروَرَ.

## ڪافي ٣٣

ڪيهي ڪَريان مهماني، يارُ اڱڻ منهنجي آيو!

دوست ڳڏيو دلجاءِ ٿي، هينئڙي لَٿي حيراني.
هن وَڙَ لائق هوسِ نہ آءٌ، محبَ ڪَئي مهرباني.
مشڪل جا هُئي ڳالھ اسان کي، اُها ڪَيُئون آساني.
فضل ڪرم سان پاڻ بخشيائون، "سچوءَ" کي سُلطاني.

## ڪافي ٣٤

نہ مان مريد نہ مان پير، ساري فقرَ جو فقير.

نہ مان حاڪم، نہ مان ظالم، آهيان اَمُن جو امير.
نہ مان طاعَتَ نہ مان تقويٰ، آهيان ورہَ جو وزير.

نہ مان گھُمڻ نہ مان گهَتڻ، آهيان عِشق جو اسير.
نہ مان ڪُڇَڻ نہ مان پُڇَڻُ، آهيان دوست لئہ دلگِير.
"سچوءَ" ٻَڌ محڪم سِرَ تي، محبت جو مَنديرُ.

## ڪافي ٣٥

عاشق اکيون اُپٽي ڏسين، آهي مِڙيوئي يار، ميان-
ظاهر زباني ٿو ڪريان، عجب جيهو اِسرار، ميان.

اعتقاد فردا رکُ، اَڄ دوست ٿيءُ اظهار، ميان-
جنهن کي پَسَڻُ هِت پرينءَ جو، هُت پِي تنهن ديدار، ميان.

سالِڪ سَهي ڪِي ٿا ڪَرين، صورت سندو گلزار، ميان-
ٻانهون ٻَڌين چو ٻين کي، آهين تون سپہ سالار، ميان-

بلبل اول ڪر پاڻ کي، گهُٽ گهٽ سارو گلزار، ميان-
جي تو زليخان جان ٿئين، ساجن سيَو سنسار، ميان.

تون تان سچيءَ هِنَ ڳالھ کون، عاشق نہ ڪر انڪار، ميان-
جيڪي چيو مرشد توکي، آڄ اُتي اعتبار، ميان.

سروپا اُهو ساجن وسي، تي پاڻَ کون بيزار، ميان-
آهي وس "سچوءَ" سي يار جو، ناھ ڪو اسان اختيار، ميان.

## ڪافي ٣٦

عاشق جي اَحوال جي، تون ڪوهُ نہ پُڇين ڪَلَ؟

راڻي ڪارڻ ٿِي روئي، محل چڙهي مومَل.

سُھڻِي گهڙي سِيرَ ۾، آٽي عشق اجهلُ.
سَسئيءَ گوندر گهاريا، پُنهونءَ ريءَ هِت پَلَ.
ڪڏهين ٻُڌي ڪانڪا، جهانگيڙن تي جهَلَ.
سِڪ "سَچوءَ" ڪي سرتيون، ڪيا هينئڙي اندر هُلَ.

## ڪافي ٣٧

ڙي جيڏيون، منهنجي يار سڄڻ سان زاري زاري!

هيءَ نماڻي عيبن هاڻي، ٻِره سَندن آهي باري باري.
حاضر ٿيندِيَس در دوستن جي، پائِي ڳچيءَ سان ڳاري ڳاري.
پوءِ تہ ياڪي يارُ ٿيوسي، پهروين لائي ياري ياري.
هَتَ سڄڻ جي اَديون ڙِي آهي، ڳالھ "سچوءَ" جي ساري ساري..

## ڪافي ٣٨

اڱڻ اسانجڙي سائين، ڪَر پَلا تون پيرو!

نانءَ ڏٽيءَ جي دلبر سائين، پاند ڳچيءَ ۾ پائين،
- ڪَج فقير ڏي ڦيرو.
سدا سؤ لڳ يار سڄڻ وي، جايون سپ بنائين،
- وجهِي منهنجي در ديرو.
حجت رکڻ ساڻ اَوهان جي، ٻولُ اِهو ٻولائين،
- ناهيم اِيڏو سو جيرو.
واڻَ اَوهان جيءَ جو ڳنئِيو، "سچوءَ" ڏينهن اُنهيءَ ڪان اَچ تائين،
- پيراڍِن جان پيرو.

## ڪافي ٣٩

جي اوهين ڄاڻو، ڙي جيڏيون، آهي الله لوڪ سارو!

ڪاٿي آهي چُپ چُپاتيءَ، ڪاٿي ماري نعرو.
بيڪسيءَ ۾ ڪاٿي گذاري، ڪاٿي سو حڪمن وارو.
ڪاٿي شَرَع ۾ شور مَچائي، ڪاٿي ڳَچيءَ ۾ ڳارو.
جاڏي ڏسو تا تاڏي آهي، سندس نِيهَن نظارو.
حقيقت جي حال ڳون، "سَچُو" تِيءُ نہ ويسارو.

## ڪافي ٤٠

لک ڪريان توڙي زاري، دوست چَوي "تون ڪهڙو!"

هَٿين پِي پَوان پيرين پِي پوان، پايان ڳَچيءَ ڳاري.
آءٌ اُهائِي يار اوهان جي، تنهنجي محبت ماري.
روز اَلستان منهنجي آهي، يارَ اوهان سان ياري.
اسان يتيمن کي يارَ پيارا، ڏيج اَچي ڏيڪاري.
وِره مَٿي تي وينِي وسايان، دوست ڏيو دلداري.
آءٌ اوهان تَون سُهڻا سائِين، واري وڃان لک واري.
توڙي سجاڻي توڙي نہ ڄاڻين، دوست نہ آهيان ڌاري.
ڳَلِ اصل ڳون آهي اوهان جي، ڳالهہ "سچوءَ" جي ساري.

## ڪافي ٤١

مون کي نہ وسار، ڍوليا، آءٌ تا تنهنجڙي آهيان!

نانءُ سائينءَ جي اسان نماڻن ڏي، ڪٽِي تون نينڻَ نِهارَ.
پِرين وڙئون پانهنجي، ڳَڏ غريب ڳُذار.
ڪَيَوَ اسان سان جي يارَ پيارَلَ، پنهنجا سي وعدا پار.

اَگڻ اَسان جي سگهو ڪِي اِيندين، والي سو کھڙيءَ وار.
دَرَ پنهنجي جو دلبَرَ سائين، ”سچو“ سو سگ سنيار.

## ڪافي ۴۲

”دَع نَفسَڪَ وَ تَعَال“ ، اَتِي ڳُجهي اِها ڳالھ.

خاڪِي جسم ڳون ڪر جدائي، بَحرَ عَدَمَ جي ۾ جال.
خيال وجودي ڇونہ وسارين، ڪرين ٻي قيلَ مَقالَ.
ڳالهيون ڪوڙيون سَٽَ سڀيئي، پئہ تون خاص خيال.
ڪڏهن نہ ٿيندءِ حق سو حاصل، جي تو بُت بحال.
گرد غبار ۾ ڪاءُ نہ غوطا، ”سَچُو“ ري پاڻ سَنيال.

## ڪافي ۴۳

آءُ تا گڏ گذاريون، وي، ڏکيا سي سکيا ڏينھڙا!

ڳالهيون ڪيَئہ جي ڪالھ اسان سان،
ڪيئن تو يارَ وساريون.

ڳچيءَ پائي ڪپڙو سائين،
دوست ڪريان ٿي زاريون.

راتو ڏينهان توکي دلبر،
سانوَل وينا سارين.

اَچَڻ سَنديون تانهِنجون،
سائين واٽان نِت نِهاريون.

پِرين پَنهنجو پاڻ سان،
”سچو“ سو سگ سنپاريون.

## ڪافي ۴۴

آءُ ٻاروچَل ٻيلِي، مونجهه تنهنجي آهيان ماري!

ناهي واجب رسڻ توئِي کي، تون گُرو آءُ چيلِي،
سگَ نہ ٿِي ڪو ساهِيان.
عشق اوهان جي گون هوت ٻاروچا، ڪيئن ٿرن هيءَ ٿيلهِي،
نہ تہ چَپَرَ اڳيون چاهيان.
سَگهَ نہ ساريان پَنڌَ ڪرڻ جي، تو بِن آهيان اَڪيلي،
ڪيچ وڃن ڪِيئن ڪاهيان.
وڳِڙِي آهيان ورهَ تُنهنجي گون، توڙي ڪِي پُورن پئلِي،
”سَچو“ نہ آسڙَ لاهيان.

## ڪافي ۴۵

ڏينديَسِ ڏوراپو، آءٌ وجي وراڻو روبرو.

پرِيان سَندي پارَ ڏي، ڪو نئي نياپو.
اوهان ٻاجهون سُپرين، آءٌ ڪريان ٿي ڪاپو.
سوڌل توئِي ساڻ آهہ، مُنهنجو سَگُ تہ سِياپو.

## ڪافي ۴۶

منهنجو نيهُن وڏايو نازَ، نيڻن نيڻن جي، ميان!

تيغان آهن يا تہ سِتم جون، تنهنجون اکيون ڪَجليون ڪاريون،
اَلا سائين، يا تہ بَحرِي بازَ.

درد مند جي دلڙي دلبَرَ، ڏاڍي زور سان آندي،
اَلا سائين، نيٹن منجهؤن نياز.
مانَ پَون ڪِي ڪَن اَوهان جي، اوهِڪي واري،
اَلا ميان، عاشقِ جا آواز.
ٻَئي ٻانهون ٻَڌي”سچو“ وج، تون ساڻ يقيني،
الا ميان، درَ مٿي ڪارساز.

## ڪافي ٤٧

ڪنهن ويلَ نہ ٿا وسارن، عاشقَ نہ تِج تون ماندو!

”نَحنُ اَقرب“، اِها اشارت، ڳَڏ توئي سان ڳذارن.
اَصل لاڪون طرف تنهنجي، نِت نِت گهٹو نهارن.
جي تو اُڪندَ اُن جِي، سي پِي توئي کي سارن.
ڏينهن اِتهين چو تو لائين، تو هُت ”سچو“ سنيارن.

## ڪافي ٤٨

تنهنجي اَچَڻ جون واٽڙيون، نِت نِت اُيي تہ نهاريان.

لَنءُ لِڪايو لوڪَ ڳون، هَنجَ ۾ هنجون ٿِي هاريان.
سي ڳالهڙيون ڪنهن سان ڪريان، جيڪي سڄڻ ٿِي ساريان.
داغ تنهنجي درد جا، ڏيهه کي تہ ڪيئن ڏيکاريان؟
”سچو“ چَوي سائين شوق تنهنجي ۾، ڪو دم ڪين وساريان.

## ڪافي ٤٩

چِڏ غصو غمناڪ سان، اچي مِل تہ ماندائِي لهي.

سُدِ سيا توکي پِرين، جيڪا واڍوڙين سان وهي.

سور سيبائڻ جهڙو، پر جيءُ جُدائي نا سَهي.
پاڻون آيا هِن پور هي، ڪِي تو مُڪا پِريَم پهي.
"سچو" وهاريو وٽ ۾، هِي ناهه ڪو نهي.

## ڪافي ٥٠

منهنجو ناهِ ڪوئي اِختيار، هَي يار وي!

مون تا سِر تي چائيو، باري بِرهَ جو بار-
هَي يارَ وي!
راتو ڏينهان تِيڏي ڪارڻ، روئڻ زارو زار-
هَي يارَ وي!
ڪيئن ڏنو تو سُپرين، جاني جيءَ ڪي جارُ-
هَي يار وي!
"سچو" سارو سمجهين، عشقَ سندو اِسرار-
هَي يار وي!

## ڪافي ٥١

تنهِين ڏينهن ڏِنائون، ساه منهنجو ساهَڙ ڪي سرتيون.

دردمنديءَ جي دلڙي، نازن ساڻ نيائون،
هيڏي هوڏي نا ويو، سوگهو ساه ڪيائون.
سُڻِي سنيها يار جا، عاشق تيڙس آئون.
جيءُ وڏائون جارِ ۾، ڪاڪيون تن ڪڏاهون.
ميهَرَ سندي معرڪي، هِيءَ غريب گڏيائون.
جِيءُ منهنجو جيڏيون، ويِرن منجهه وڏائون.
"سَچُو" ڪڍُ سرير مَون، ميڙي سڀ مدايون.

## ڪافي ٥٢

جيءَ جون ڳالهيون هيون جن سان، هَي هَي سانگ چڙهي پيا سي ئي!

ماريَس اِنهيءَ مامري، هيءَ پوءِ اُنهن کان پيئي.
وٺي ويندِيَس اوڏهين، حال پنهنجڙو هيِ ئي.
اِيندا اتم آسرو، جيءَ گهُريا تي جي ئي.
مون ڏي مڪائون ڪيترا، ڏک ڏوراپا ڏيئي.
جيءُ وڏو آهي جار ۾، ٺَن نياپن نيئي.
”سچُو“ سنيها ٻُڌِي ٺَن جا، ٻڌ ٻانهون تون ٻيئي.

## ڪافي ٥٣

مان تان محبن ڪي، ڏيان ڪيها ڏوراپا!

ڪيئن شِرڪت آءٌ ڪندي، سرتيون سان سائين!
آءُ نماڻي آهيان ڇا، ڪيئي سَوين سِڪن.
ڏوڙا طالع مون ٺين، جي ويڙهي هِنَ وسن.
ڏسي حال حقير جو، اڱڻ مانَ اچن.
ڪين ڇڏيندا ڪڏهين، ”سچُو“ سَڱُ سندن.

## ڪافي ٥٤

مون کي ڏور ڇو ڏسنِ، سرتيون ديرو دوست جو.

جي مون سڻو سرتيون، هو سدا وچ وسن.
اکيون عجيبن کي، پل پل ٺيون پسن.
محب مشتاقن جِي، ٿا ڪليون دل کسن.
”سچُو“ سوزن واريون، وجي روءِ رَسن.

## ڪافي ٥٥

اڄ اڱڻ اِڇهي ايندم، سُڪيا سانگي ڳڏيَم شال!

ڏِسي حال حقير جو، سَوَ دِلاسا ڏيندم،
هو جِي کُهِي ويڙم ڪالهه.
پنهنجي وَڙون سپرين، حال پائِي اچي ٽيندم،
جَن لِڳِ وجهايم فال.
لِڪِي ساري لوڪَ کون، گوشي پاڻ گڏيندم،
اُهي ڪندا پلائي پال.
سَڳ جنين جو سڏجي ”سَچُو“، سيئي سڏيندم،
جِيءُ جِيءُ چونديس جال.

## ڪافي ٥٦

هِينئن ڪانگ اَڄ ڪَهِي ويو، اِيندَءِ صبح سَويلي.

ڳالهيون ڪري سَڄَڻ جون، اَڄ رات هِت رهي ويو.
هو حال منهنجي جو سَماءُ، هِنَ لوءِ مَون لَهِي ويو.
ڳالهيون ٻُڌي ڏکن جون، ٻولِي ٽَنهِين ٻهي ويو.
پِرين جي پار اُڏاڻو، ڪيئن سورَ هِي سَهي ويو.
”سَچو“ سجڻ مِلايَئِين، هِنَ ناهَ تي نَهِي ويو.

## ڪافي ٥٧

وٺيوسي وهَ واه ، پڙهندي پروانو پرينءَ جو!

اوڏا مِينهَن ملهارَ ٿيا، گُل کِلن ۽ گاه.
سِي ئي سجڻ ٿيا سامهان، حال پائِي همراه.
محبت منهنجي مَن ۾، چوريءَ مچايو چاه.

سِڪ تا سڄڻن جي، اُجهايو آڙاهُ.
ديس ڇڏي پرديس ويا، دوست پرين داناهه.
هوتن ڏانهن نہ هڪڙي، مهڙَ مِڙئِي مان ڏانهہ.
پرين جي پيغامَ ڪيو، آرامِي اَرواح.
قاصدَ تو تان آءٌ ڪريان، هي سِرُ صدقي ساهه.
اڳڻ آسَروندن جي، آڻِيندونِ اَللهُ.
”سَچُو“ چوي رب ميڙي، روز پُڇان آءٌ راهه.

## ڪافي ٥٨

پانڌي آيم اَڄ پيهِي، پِريان سَندي، ور، پارَ جو!

ڏوٽ ڏوراپا ڏيئِي مُڪائون،
تَن ڪَئِي ديوانِي ديهي.
”ڳالهيون اُهي يارَ سَڄَڻ جون،
ڪيئن وِساريَئي ويهِي.
”جِهڙيائِي آهي جيءَ تنهنجي سان،
هُت بہ گذري تِيهِي،“
هوش ”سَچوءَ“ جو نِيو نِياپَن،
ڳالهہ ڪَريان بِي ڪيهِي.

## ڪافي ٥٩

پانڌي منهنجي يارَ کي، ساري چَئِج سَلام.

چَئِي مُڪا هئا ڪيترا، مون پرتِ وارا پيغام.
اوهان جي ئِي اَچَڻ جا، هُل پَوَن هَنگام.
محبتَ منهنجِي روز ازل گون، توسان مُحب مُدام.
”سَچُوءَ جيها ڪيترا، دَرَ تُنهنجي تہ غُلام.

ڪڏهن ڪندين يارَ اَسان ڏي، اچڻ جا اَنجام.
عشقَ اوهان جي شورُ مَچايو، هُل پَون هَنگام.
ٻانهي گولي يارَ سڄڻ جِي، مُلهه خريد مُدام.
روز ازلَ کون ”سَچُو“ آهي، سائين سَنديوَ سام.

## ڪافي ٦٠

هيئن اَڄُ چَئِي مُڪائون، عاشِق اَچون تا ايڏنهُن!

هِنَ جِيءَ جَڏي کي جيڏيُون، آڌر وڏي ڏنائون.
”تنهنجي ديس اَسين اَچون تا، عاشق نه تڄ اُٻائون.“
مون هن نماڻِيءَ سان، ميان، ڪيڏا ڪرم ڪيائون.
”مطلب تُنهِين جو آئُ آهيان، ٻيون ڇڏ مِڙئي مُدعائون.“
دلاسي لئه دردمندِ جي، قاصد ”سَچُو“ ڪيئائون.

## ڪافي ٦١

اَڄ ڪِي صبح اچن تا، نروار چئو نجومي!

مون هِت نماڻِيءَ جو پِرين، حال ڪِي پُڇَنَ تا.
هِن پارَ ڏي اچڻ جو، چئو ڪِي سڄڻ چَوَن تا؟
پِرين آهن پنڌَ ۾، ڪِي ويڙهِي پنهنجي وَسَن تا؟
”سَچُوءَ“ جِي پِي سُڌِ لَهَڻَ لئه، قاصد هيڏي ڪَين تا؟

## ڪافي ٦٢

دوستَ کي دانهون، سُڻِي، مَنَ مهرَ ڪا مون ڏي پَوي!

دردمَندِ جي دَرَ اُتي، تو ڪانگ لاڪيڻو لَوي.
پيغامَ پِرين پارَ جا، چَشمن اُتي ويهون چَوي.

سِرَ پَري اَسين ايڏهن اَچون، يا ڪِي اوري ايندؤ اَوهِي.
”سَچُو“ آهي اُڪَنديو گهڻو، تو راند روئڻ جي رَوي.

## ڪافي ٦٣

ڳالهه پنهنجي حال جي، توريءَ وجي ڪنهِن ڪي چوان؟

جوش تنهنجا جان ۾، نت نت آهن مون ڪي نوان.
ڪيئن جي پچان پوءِ تي خبر، پانڌي اول پيرين پوان.
پاڻون آيا هِن پور هي، ڪِي هِن مڪا مون ڏي اَوان؟
”سَچُو“ مٺيان آءُ ڪينڪي، هي سور سُڱن سان سنوان.

## ڪافي ٦٤

مڪاسين قاصد ڪالهه، اِجهي جاڻج آيا آيا!

آهي تياري ايڏنهن اسان جي، آهيون سو منجِهه خيال.
اُڪَندِ تنهنجي اصل اسان جي، آهي سا جيءَ ۾ جان.
عاشق توتي ڪَرم ڪيوسي، سڻي سندءِ اَحوال.
پنهنجي لطف سان هاڻ لاڻاسين، تو تُون ڪُل ڪَشالَ.
اچي لهون ٿا اِجها تنهنجڙي، ”سچو“ ري رات سنيال.

## ڪافي ٦٥

آهي ههڙو حال ويچاريءَ جو، سهڻا ڪر ڪو ڪرم ستاريءَ جو!

لئہ پنهل جي ڪانگ اُڏايان، ڪونيو پوٿيدار پٿايان،
وَرُ وري ورَ واريءَ جو.
حال ڏسي پنهنجو يال يلائج، پِرَ پجاڻو وره ورائج،
ڪج ڊِپ دارون دک واريءَ جو.

درد فراق جا دونهان دگن تا، مَچ مگّرهن مچ مچن تا،
شل ورُ وري ويچاريءَ جو.
سڪ ”سچل“ جي توکي ساري، ڪيچي ايندم نرتَون نهاري،
ساه سڪي سڪ واريءَ جو.

## ڪافي ٦٦

جيءُ نج آيا، پلي ڪري آيا، ساٿي سڄڻ جي ڏيهه ڏنهن!

مون تا ڄاتو واٽ واهو، پر مون ڏي سي هوت هلايا.
ڏينهن پڄاڻو پانڌي پرين جا، ساڻ غريب گڏايا.
پاڻ مٿائن ڪريان قرباني، لڪين ٿورا جَنِ لايا.
اَول دلاسا ڏيٺي انهن هي، پوءِ پيغام سڻايا.
طرف تنهنجي اهي عجيبن، سچا سخن فرمايا.
”اُڻ تڻ اهائي آهِ اسان کي، ڏکيا تو ڏينهن لنگهايا“
”پيا اسان وٽ هاڻي تنهنجا، سچو' ڙي پنڌ سجايا“

## ڪافي ٦٧

پانڌي اوڏاهون اَڄ آيو، پِريان سندي پار ڏنهن.

طرفان تنهنجي هونِ اَڄَڻ جو، ساٿ ڏڻِين کي سعيو.
گهڻو پڇن هُت پِرن توئي کي، گهمين تون هِت اجايو.
آهي توئي ڏي سڻ ري عاشق، روح سَندن جو رايو.
پاڄاڻيءَ جو هنن پيغامن، وري سو وره وڏايو.
ٻڌي نياپا ٻانهون ٻڌي ٻئي، آڻي ”سچوءَ“ سر نوايو.

## ڪافي ٦٨

اَج اوڏانھون آيا، ڳڏيا سي قاصد مون کي!

وري ورڻ جا ھئا پنھور ڏي، ساٿَ ڏٽِين جا سعيا.
اَج صبح اَچي ويجھا سي وھنَدءِ، ڏور جنين ڏينھن لايا.
ڳوشي ڳڏِجي ڪندءِ سي ڳالھيون، جَن جا تو پنڌ پُڇايا.
خيال سڄوئي ھيڏي ھُئڙن، ڏکيا تو ڏينھن لَنگھايا.
طرف تنھنجي اڳي پي رھَبَر، ڪئين تنھن ھوتَ ھلايا.
نِيھَن جا نياپا ڏنا جَنين ھي، ”سچو“ سي ساهَ سيبايا.

## ڪافي ٦٩

نوان نِياپا آيا، مون ڏي محبن جا ، ميان!

قاصِدن، وو ميان، ھيڏي اَچَڻ جا، روز سي رستا لايا.
طرف پنيور جي، سُڻ تون عاشَق، پنھونءَ ٿي پنڌ پڇايا.
تو تا طالب يار سڄڻ رِيءَ ، ڳوندر ڏينھن ڳنوايا.
اڳڻ تُنھنجي اَج سي ايندا، تو جن لئہ وره وَسايا.
جي ئِي ڳذاريئہ يار جانب ريءَ، اُھي سي ڏينھن اَجايا.
ھئا پِرين کي پار تنھنجي، ميان ”سچُو“ اَچڻ جا سعيا.

## ڪافي ٧٠

اِھو نياپو آندو، پانڌيءَ پرينءَ جي پارَ ڏنھن.

آھي تياري ايڏھن اَسان جي، متان ٿئين تون ماندو.
عاشق توکي آٽي اَسان سان، حُب ڪندي ھيڪاندو.

اسين بہ اوڙڪ اِينداسي ايڏنهن، ٿيج نہ وره ڪون واندو.
ملڻ محبن جو آهي اِهوئي، پرت جو پاچاندو.
طرفون اَسان جي سُڻ ”سچُو“ وي، لاهِين تون سپ سياندو.

## ڪافي ١،

آءٌ اَدا ڙي پانڌي، دوست دلاسو ڪو ڏنو؟

سُڻ تون ساٿي، آهيان، ادا، آءٌ محب بنا هت ماندي.
اگڻ اسان جي ڪڏهن اِيندا، اِها خبر تو ڪا آندي.
دل اَسان جِي دوستن باجهون، ناهي وره گون واندي.
سِگهَڙِي ساٿِي ڙي مانَ ٿيان، ڪا هوتن سان هيڪاندي.
ساران سنياران ”سچُو“ وي لَهندءِ، آهين جَنين جي تون باندي.

## ڪافي ٢،

منهنجو ڪِي هُت پڇيائون، سچ چئہ ادا ڙي ساٿيو؟

گوشي ويهي گڏ اَوهان سان، منهنجي ڳالھ ڪا ڪيائون؟
سَليو سنيها ساڻ سلامن، هِنَ ڏاهَ ڏي ڏنائون؟
پيغام پرت وارا، چئو جي مون ڏي چيائون.
دلاسي جِي دردمندِ ڏي، ڪا اڄ خبر لکيائون؟
”سچوءَ“ ڪاڻ تا گهٽيرو، هِن ڏيهِ تي ڏنائون.

## ڪافي ٣،

سِگهَڙِي پِريَن جي پار جِي، ڪانگا خبر ڪا مون ڏئين.
دوست جي ني ديس ڏي، ڪيئن ڪالھ تون اَڏري وئين!

اَول اسان جي حال جا، نازڪ نوان نياپا نِئين،
ساري سنيها سوز جا، هَي هَي سيئي لائج هِئين.

ماري ميان مشتاقِ کي، ڪيئن يارَ تون ياڪِي ٿئين،
پُورن مَنجهِين پرديس جي، ٻاجهون اَوهان آهيون اِئين.

آءٌ جي مُئي تا گهوريس، جانِي سدائين تون جئين،
"سچو" سِڪي ساري توکي، تون پِي تهين سان هو ائين.

## ڪافي ۴

ڪانگي قريبن ڏنهن، خبر آندي ونِي وهندو وري.

خطُ منجهَون معلوم ٿِي، ساري خبر ڪِيئن جي ڪري.
"دوستَ دلاسا لکيا تا "تو اسان ريءَ ڪيئن سَري"
" آءٌ تا گهڻو تو ساريان، ڳالهيون ڪرين کهڙيون چَري"
"سچُو" توسان آهي منهنجِي، اُها ذوق مَون دل جي ذري.

## ڪافي ۵

ڳالھ ڪريان ٻي ڪيهِي، تنهنجي مڏگن ماري آهيان!

پرين وڙئون پانهنجي، ميان الا، آءٌ پکي هِن پيهِي.
پاڙي ساڻ پرين جي، ميان الا، وره‍ُ وهايم ويهِي.
پلئہ لڳي پِرين جي، ميان الا، جيهِي سا آهي تيهِي.
ڳالھ ڏسيائون سا تا ناهي، ميان الا، "سچُو" سلڻ جيهِي.

## ڪافي ٧٦

**ڪيهي چال چلي ٿو، اڙي جيڏيون يار منهنجو!**

" وَنَفَخۡتُ فِيهِ مِن رّوحِي "، ساري ڳالهه سَلي ٿو.
" اَنا عَبۡدَہٗ ، وَرسُولَہٗ "،مُلن گهَر مِلي ٿو.
ڪاٿئين تعظيمان ڏئي، ڪاٿئين ڪِل ڪلي ٿو.
ڪاٿئين سڪيون سُپرين، ڪاٿئين جوشن منجهه جلي ٿو.
" سچو " سَڀ ڪنهن صورتين ، ههڙِي هلت هلي ٿو.

## ڪافي ٧٧

**چاڪي ڏونگر ڏوريان، مَن وسي يار مُنهنجو!**

پرين آهي پاڻ سان، تَڪَ ٻئا چو توريان؟
راتو ڏينهان روح ۾، آرياڻي تي اوريان.
سَڀ ڪنهن پارين سُپرين، آءٌ گهَٽو ئي گهُوريان.
هوتَ هميشه حاضري، وندر ڪنهن لَڱِ ووڙيان؟
"سچو" سچي ڳالهڙي، چِت اِهائي چوريان.

## ڪافي ٧٨

**هوت اَچي هَٿ ڏيندو، پَلو جيڏيون، مون هِن نماڻيءَ ڪي!**

پِرين وڙئون پانهنجي، چَپر تا نہ چڏيندو.
ڏسندو اڪڙين سان، نال نماڻِي نيندو.
پاڻُون پاسي نہ ڪري، گولِي ساڻ گڏيندو.
پانڊن پچارون ڪيون، آرياڻي اَڄُ ايندو.

اگھڻ آسَروند جي، پَڪا پاڻ اَڏيندو.
ڪيچن سندو قافلو، لوٺون تا نہ لڏيندو.
ساجن سَنگت پانھنجيءَ، ”سچو“ شالَ سڏيندو.

## ڪافي ٧٩

ڪيچ منھجڙو ڪَم، ني، آھي، پلو پينر ڙي!

ويا ڪيچيڙا نڪري، گوليءَ ڏيئي غم، ني.
دعا ڪريجو جيڏيون، جانِيءَ ٿيان جَم، ني.
ڪنھين چِنَ نہ چڏيان، دوستيءَ وارو دم، ني.
قيامَت تائين ڪينڪي، تيندي طلب تَم، ني.
پير نہ چڏيان پرينءَ جو، توڙي تئي چيھاڙيون چَم، ني.
جھُڙ نہ پائنجو جيڏيون، اِھو اکين جو آگمُ، ني.
سِڪئون ”سچو“ پِرين ڏي، راتو ڏينھان رم، ني.

## ڪافي ٨٠

توڪي جاني نہ جڳائي ٿو، رُسَڻ نماڻين سان!

جيھِي تيھِي تانھنجي، آءٌ اصلَ گون آھيان،
اوھان جي تا اَچڻ جو، آسَرُ ھَڏِ نہ لاھيان،
سِرَ تي نينھُن فراقَ جا، ھي مينھڙا وسائي ٿو.

پَري ڪر نہ پاڻ گون، ڏي دلبَر دلاسو،
تورِيءَ سُجھي ڪونڪو، مون ڪي پِرين بيو پاسو،
جيھي تيھي اَصل گون، ھيءَ سَندَو سڏائي ٿو.

سکن متي ڏکڙا، تي محب مَٺايان،
غم خوشيءَ کان اڳُرو، آءٌ پليڙو پايان،
مُنهن مُقابل تانهجي، اهو گوندر گڏائي ٿو.

اَگَڻ نماڻِيءَ جي تون، اَچِج اَللهَ ڪاڻ،
هيڪر هوتَ ڪَريج تون، پيرو منهنجي پاڻ،
سوز تنهنجو سُپرين، هِت سانولَ سِجائي ٿو.

ونءِ وينِي آهي اهو وعدو ويچاري،
ڳچيءَ پائي ڪپڙو، هيءَ ڪري ٿي زاري،
"سچو" سگ اوهان جو، هِتِ پانڌي پُڇائي ٿو.

## ڪافي ٨١

خبر ڪا مون ڏيو ساٿيو، سائين، عجيبن جي اَچڻ جِي!

ڪيچيڙن جو قافلو، وچينءَ رات ويو.
اِئين نہ ڇڏيو ڇَپَرين، هيءَ تا نال نِيو.
توڙي وِره وهاريو، ڪنديس ڪونہ بيو.
وندر سنديءَ واٽ تي، مون صدقي سِرُ ڪيو.
ڇڏ ساها سنبر، "سچو"، ڙي، جي تو پور پيو.

## ڪافي ٨٢

جاني تو نہ جڳائي، رُسَڻ نِماڻِيءَ سان!

دوست اوهان جي دَرَ تي، ويني وره وسائي.
ٻاهر ٻانِهي تانهنجي، سانولَ هيءَ سڏائي.

اَچڻ لاءِ اوهان جي، پانڌي روز پُڇائي.
فالان فلَڪ فراق جون، وو، وَريتِن ڪان وجهائي.
سُوال ”سچوءَ“ جو سپرين، عجز ساڻ اگهائي.

## ڪافي ٨٣

ڪنيو نيڻَ نِهار، ڙي، ميان، پلو منهنجا يار ڙي ميان!

مون مَنُ گَڏي گوندرين، ٿئين ڪيچ قرار.
ڏکيا سُکيا ڏينهڙا، گڏ غريب گذار.
دلبر پنهنجي دل گون، ويچارِي نہ وسار.
منهن نہ مون ٻئي پارَ ڏي، پنهنجي ڪَڍ قطار.
”سچو“ آهين اسان جو، هنجون هَڏ نہ هار!

## ڪافي ٨٤

سِڪَ هُئي جنهن جي سِر، وو، دوست آيو اسان جي در!

پِرين وَڙَئون پانهنجي، ڪَئي ويچاريءَ ڏي ور.
هيءُ سِرُ ڪيان صدقي، گهوٽ اچي مون گهَر.
ڏنم هِن اکين سان، پِرين موچاريءَ پَرِ.
جاءِ ڪيائون جيءَ ۾، نُهر يا هَڏ نہ ٿرِ.
قُربَ ڪارڻ سُڻ ”سچوءَ“ ري، ڪوشش ڪائي ڪَرِ.

## ڪافي ٨٥

ڏنو هِي پانڌيءَ پيغام: ” تنهنجي اگَڻ اَچ يار اَچي ٿو!

عاشق عجيبن جو، توکي سَوَ لک سَلام.
سي قبوليو سُپرينءَ، جيڪو ڪَيُوَ ڪلام.

پکو آهي پرينءَ جو، تو سان اَڄُ اَنجام.
روءُ نہ رت اَکين مَون، عاشقَ کر آرام.
”سچو“ گڏجن، پوءِ پيي، آهِ نہ طَلب تمام.

## ڪافي ٨٦

هوتَ پارئون مون کي هاٽي، ڏنا نِينهن نياپا هي.

هتئون پَئي پانهنجي ميان، عذر بيا ڪيها آٽي.
اوتين ڪهڙيءَ ڳالهہ گون، پِنبِٽين مَون پاٽي.
وينينءَ ڪيئن پنيورَ ۾، سُورَ هٿُئِي جي ساٽِي.
”سچو“ توکي ساهَ گون، آهي اوڏو آرياٽِي.

## ڪافي ٨٧

ڪيچَؤن آيم ڪالهہ، سي تا سُٽو سَنيها!

ڳالهيون ڪندي گُذريئِي، سوَ راتيون توکي سالَ.
اُڪندِ اسان ڏي ڪانہ تو، ڏينهن اِتي جاليئي جال.
ڪنهن جي ڪارڻ تو ڪيا، لَکَ روئِي سي لالَ!
ڪيَئي نہ قطري جيتري، ساعت هِڪ سنيالَ!
بُڏي ڏوراپا مون ٽيو، جيَڻ منجهہ جنجالَ.
جن لَئي ڏونگر ڏوريان، تن پِي هِهڙا حالَ.
سي سي تنهنجا اگهيا، جي ڪيئي ڪالَ ڪشالَ.
بڌندو باروچو وري، ”سچوءَ“جا پِي سوالَ.

## ڪافي ٨٨

مون ڪَر تا ڪِين پُڇيائون، هاڻي ڪانگل ڪَلَ ڪاڏي!

ڏوٿَ ڏوراپا وو ڪيترا، ميان اَلا، سي سخت مڪائون،
- هِت حالَ اسان جا هي.
سگها ايندا وو سُپرين، ميان اَلا، ڪي تا پاڻ اتيائون،
- جڏو جيءُ جيارڻ جي.
ڏاها ڏيهہ وو پِرين جي، ميان اَلا، آهيان اباڻڪو آئون،
- منهنجو هِي نياپو نِي.
طَعنا طَرفُون وو تانهنجي، ميان الا، هِن ڏکِيءَ کي ڏنائون،
- سائين سڀ قبوليم سي.
سي نہ وِسارج سُپرين، ميان الا، ساڻ "سَچوءَ" ، سَمجهائون،
- اُهي قولَ ڪيا هي ڪِي.

## ڪافي ٨٩

يار منهنجو يار، ڪَئِي ڪَئِي صورت سير ڪَري تو!

ڪاٿئين بُڍڙو پِير ٿيو، ڪاٿئين بولي بار.
ڪاٿئين بيراڳي ڦِري، ڪاٿئين ڪَيُس قرارُ.
ڪاٿئين وظيفن ۾، ڪاٿئين خم خمار.
ڪاٿئين آهي بادشاه، ڪاٿئين چوبدار.
ڪاٿئين پيرين پنڌ ڪري، ڪاٿئين گهوڙي جو هسوار.
ڪاٿئين"اَحد"ٿيو"اَحمد"، ڪاٿئين "عَبدالحق" اظهار.
آهي دلبَر دوست جو، "سَچُو" سَڀ سِينگارُ.

## ڪافي ۹۰

ڳالھ ڪَريان آءٌ ڪيھي، حالَ پنھنجي جي، ڙِي جيڏيون!

ڪالھ ڪالھوڻي سُپرين، ويا وٺئون مُون ويھِي.
ڇڏي شھر پنپور کي، ويا پھاڙين پيھِي.
ڪري پريشان ويا، درد منديءَ جي ديھِي.
آءٌ اُنھن جي آھيان، جيھِي جي تيھِي.
مارڻ پوءِ جيارڻ، رَسمَ اُنھن جِي ايھِي.
"سچو" سوز فِراق جا، بارَ ڪڻَن ڪي نِيھِي.

## ڪافي ۹۱

ھوتَ ڏھون ھاڻي آيُون،مون ڏي خوشخبران ھي!

اَچي اَڏيون ٿا اوڏڙيون، جارِ اَوھانجڙي جايون.
ڇڏي شھر پنپور کي، پير وري اِيڏي پايون.
ٿيون جِيارن جيڏيون، اِھي ويچاريءَ کي وايون.
"سچوءَ" سَنديون دانھڙيون، دوستَ وري وَرنايُون.

## ڪافي ۹۲

ھوتَ اوھان تي آءِ، ميان، سارو ننگُ نِماڻِيءَ جو!

سائينءَ ڪارڻ سُپرين، پير اڱڻ منھنجي پاءِ، ميان.
پِرين وَڙئون پانھنجي، لَٿُن نماڻِيءَ سان لاءِ، ميان.
ماڻھو شھر پنپور جا، ساھَ نہ اَچَن ساءِ، ميان.
ڏسنديس آءٌ اکڙين سان، جانبَ تنھنجِڙي جاءِ، ميان.
ڪارِي ڳُڻَن تانھنجي، "سَچوءَ" کي ھاءِ واءِ، ميان.

## ڪافي ٩٣

هوتَ اَچَڻ جِي ڪا ڪَرِ ميان، پانڌي روز پُڇايان ٿي!

راتو ڏينهان روحَ ڪي، سِڪَ اُوهانجِڙي سَرِ، ميان-
تو لئہ هِت ڪانگ اُڏايان ٿي.
سِر توئِي تَون صَدقي، گهوٽَ اچين جي گهَرِ، ميان-
گهُوريو پاڻُ گهُمايان ٿي.
ايندِيس اَهڙي حالَ سان، دوستَ اُوهانجڙي دَرِ، ميان-
ٻَچيءَ پَلئہ پايان ٿي.
پِرين پارئون تانهنجي، ٿِي ويچاريءَ جِي وَرِ، ميان-
وينِي ڏڪَ وسايان ٿي.
سارو مطلب مون ٿئي، پِرين اَچي ڪَنهن پَرِ ميان-
هِت پوتِيون پٿايان ٿي.
”سچوءَ“ اُتي سپرين، دست مُبارڪُ ڌَرِ، ميان-
سَنديوَ يار سَڏايان ٿي.

## ڪافي ٩٤

هِنيڙي ٻَالهيون ياد، آريءَ ٻاروچي جيون!

ويا ويساهي نِڪري، عشق ڏيئي اِمداد.
پينر ٻاجهون جيڏيُون، عُمر مِڙيئي بَرباد.
دردمندن جِي دلڙي، شالَ ڪندا دي شاد.
”سچوءَ“ سَندي سَرتيون، پُنِي سَڀ مُراد.

## ڪافي ٩٥

آءُ ڪوهيارلَ ڪائِين، وري ويڙهو وسائِج، ميان!

ٻانهون ٻانهَن جان ٻڌي، ميان اَلا، پاند ڳچيءَ ۾ تي پائين-
مون تَؤن چت نہ چائج، ميان.
مونهَون مدايون ٿيڙيُون، ميان اَلا، تيَس اِيلازڻ آئين-
پِرين پاڻ پسائِج، ميان.
آءٌ ڪنيزڪ تانهنجي، ميان اَلا، تون تا منهنجڙو سائِين-
ٻيو عيب نہ لائِج، ميان.
ڏيئِي حالُ حلاجَ جو، ميان اَلا، "سَچوءَ" کي سمجهائِين-
سارو سِرُ سُٽائِج، ميان.

## ڪافي ٩٦

آءُ اَچي رَهُ رات ، يَلو منهنجا يارَ وي!

راتو ڏينهان روحَ کي، آهِ اوهانجِڙي تاتِ.
مَشر آهي مُلڪَن ۾، سَنديَوَ ڏاڍي ذاتِ.
اَچَڻ ريءَ اوهان جي آهي، هِينيڙي کي هيهات.
"سچوءَ" کي تِنهن سِرَ جِي، ڪاڏهون ٿيندي ڏات.

## ڪافي ٩٧

آءٌ ويڙهي تون تا وس، وي،
يَلو، پُنهَلَ يار ميان!

پِرين مون کي پانھنجو، ڏاھا ڏي کو ڏَسُ، وي.
نِماڻِيءَ جو حالڙو، پِريَم اَچِي پَسُ، وي.
ڪاھي اِيندي ڪيچَ ڏي، گولِي ونِي گَس، وي.
پَوي پاڄياڻيءَ جو، توکي مانَ تَرس، وي.
ويھڻ آھي پنيور ۾، بنا عشق عبث، وي.
سوز اوھان جو سُپرين، ”سچوءَ“ آھ سرس، وي.

## ڪافي ٩٨

اَچي لايو ڪِيئن ، سڄڻ، تو تا نِينھن نماڻِيءَ سان!

ماريَس انھيءَ مامِري، ھوتَ ڪندين ڪو ھيئن.
سا تا ڪيئي پانھنجي، جاني وڻيئِي جيئن.
جھڙي پُنھل تو ڪَئي، آءُ پُڻ ڪريان تيئن!
ڪان وننِدِي ڪڏھِين، نالو سَندو نيھَن.
وري وھاريو ويجھڙو، ”سچو“ پنھنجي سِيئن.

## ڪافي ٩٩

اِھو ڏونگَرُ ڏھاڻين، مون ڏوراپو تو ڏئي!

ھاري ھِھڙا ھوت تون، تي ويجھا وسارين.
ھيڏي ھوڏي تي گھمين، تون نال نہ نھارين.
پنيورئون بيزار تي، چي سانول سنپارين!
پاڻ ”سچو“ تون پاڻھين، وجي ساڻن سلھاڙين.

## ڪافي ١٠٠

وسئون تا نہ وساريو، پلو يارَ ڙي،
آءٌ اوهانجڙي آهيان، پلو ميان!

سِڪائيءَ ڏي سُپرين، ڪٽي نيڻ نهار.
هيڏي نہ چڏين؛ پنهنجي ڪَڍِ قطار.
توکي ڏسان مون ڏَسين، پِرين کهڙي پار.
”سچو“ صَبر ۾ رهِي، گوندر ڏينهن گذار.

# متفرق ڪلام

## حصو پهريون

...

### ڪافي

هُئِي نہ مون ڪَلَ ڪائِي، سِرُ اِنهيءَ جي ڙي جيڏيون!

اڳ نہ سُيَمَ ڪڏهين، هِيءَ وراڻي واري وائِي.
ڳالهہ نہ ڳرهڻ جهڙي، سائيُن جا سمجهائِي.
ڏوهَ ثوابَ جي ڳالهڙي، سڀ ويساهَ وڃائِي.
سائِي حقيقت حالَ جي، سِر اَچانڪ آئِي.
”سچو“ سانپيج ڳالهڙي، پرينءَ جا پُرجهائِي.

### ڪافي

رهبر روز بروز، اَچن مون ڏي يار جا!

ڪنهن کي سَليان سَرتيون، سُپيريان جو سوز!
اَندر منجهہ عجيب جي، ڪَيڙو سِڪ سروز.
هيڪَند ڪارڻ ڻِي ڪريان، خاطر اندر خوض.
شال ڪنهين تي نہ ٿئي، سندو جانب جوز.
”سچو“ اجهو آئِيو، آرياڻي اِمروز.

## ڪافي

طعنا سِرَ تي سهندي آنءُ،
سَرتيون ساري لوڪ جا!

ٻاجهون ٻاروچل جي، راتيون هِت ڪا رهندي آنءُ.
ڪاف منجهارئون ڪاڪيون، لَعلن لوري لهندي آنءُ.
پَسڻ بنا پرينءَ جي، ڻاهه نہ ٻئي ڪنهن ڻهندي آنءُ.
ڀينر هِن ڀنڀورَ ۾، ريءَ ٻاروچي نہ ٻهندي آنءُ.
”سچو“ سَچيءَ سِڪ ڳون، ڪيچين ڪَڍ ڪهندي آنءُ.

## ڪافي

دل جيون ڳالهيون، ميان، آءُ توسان اوريان!

ڳُجهيون ڳالهيون ڪريان ڪَن سان، تَڪَ ويني تِي توريان.
سَڀُو تنهنجي سِڪ جو ميان، ساه اندر تي سوريان.
سڪ اوهان جي سَر تي ميان، ڏيهه ساروئِي ڏوريان.
راتو ڏينهان ڪاڻ اوهان جي، چت ۾ چرخو چوريان.
اڱڻ ”سچوءَ“ جي آءُ تون پيارا، پاڻُ گهٽو ئِي گهوريان.

## ڪافي

هينئن نہ مون کي ماريو، اوڙڪَ اوهانجڙي آهيان!

ٻانهي آهيان وو تنهنجي ٻاروچا، پورهيت پنهنجي پاريو —
سَڱ نہ ٽي ڪو ساهيان.
آسَروندِي وو آهيان ميان، واڳ مُئيءَ ڏي واريو —

لالچ نہ تي لاهيان.
ڏاڍا ڏونگر لَڪِيو، ميان، توهَ پنهنجي سان تاريو —
چَپر اڳيون نا تہ چاهيان.
آءٌ اوهانجڙي وو آهيان ميان، وسئون ڪيم وساريو —
جوڙَ اوهان جڙي آهيان.
سانول اِنهيءَ وو سڏ ۾ ميان، ڳالهين تنهنجِن ڳاريو —
ڪيچَ وٽن ڏي ڪاهيان.
آءٌ اُڪَنڊِي وو هوتَ اوهان جي، "سچو" ڪِي سانول ساريو —
ڳاهُ بِرهَ جو تي ڳاهيان.

## ڪافي

رهو مون وٽ رات، اڙي پانڌيو پرينِ جا!

آءٌ اوهان تَون صدقي، جا وائي مِنيَوَ وات.
پَسان اَڱڙين سان، پاروچاڻِي ذاتِ.
راتو ڏينهان روح کي، تن جِي آهي تاتِ.
هُئي هميشہ ساٿيو، "سچو" سَندوَ ساٿ.

*

## ڪافي

تون آءُ آرياڻي اوري،
تنهنجي دامن لڳڙي آهيان!

سِر پنهنجو سَرتيون، آءٌ گهَرئون آيَس گهوري.
ڪامِل ڪڏهن ڪينڪي، آءٌ ڏونگر سگهان ڏوري.
ڪا جا تندُ طلب جي، چِت وئين تون چوري.

نيو نماڻِي پاڻَ سان، ترُ نہ رهي هِت تو ري.
”سچو“ سَگ اوهان جو، ڪيئن پُڄي تنهنجي ٿوري.

*هيءَ ڪافي سسئي داستان نائون ۾ اڳ ئي ڪافي طور اڳ شامل ٿيل آهي.

## ڪافي

مون کي تايو طبيبن، ميان،
ٻَن ٻُڪِيون وجهان ٿَن جون!

نَظَر ساڻُ نِهال ڪيو، هاريون حَبيبن، ميان.
آزارئون آزاد ڪيو، اَڇي عجيبن، ميان.
دل کي دلاسو ڏنو، ڪاڪيون ڦريبن، ميان.
ڏيندا ”سچو“ سپرين، گوش پِي غريبن، ميان.

## ڪافي

نينهن ڏاڍي سان لايو سي،
آءُ تا هاڻِي ڪيئن ڪريان!

عشق سَولو سَرتيون، هِت پينر پايوسي.
پُڄي اسان جا پَڪڙا، اَديون اجهو آيو سي.
پينَر شهر پنيور جي، هِت طعنن تايو سي.
جو ڏنائون جيڏيون، سو پَلئہ پايو سي.
سوئِي ”سچو“ سِر تي، هاڻي چُمي چايو سي.

## ڪافي

اسين آهيون! ڇا اسين آهيون؟
ٻيلي، نٿا ڄاڻون، ڇا اسين آهيون!

ذري باران برساتيون لايون، ذري ٻَرن ٽيون وڏيون ٻاهيون.
ذري پڙهون ٿا نمازان روزا، ذري لوچَ مٿي ٽَون لاهِيون.
ذري چئون ٿا "آهيون اَسين ئي"، ذري چئون ٿا "اصل ناهيون".
ذري آرام آهي هِن دل کي، ذري وهائُون نيٽَئون واهيون.
ذري چئون ٿا "اسان پاڻ سجاتو"، ذري چئون ٿا "اسين ڇاهيون".
"سچو" اصلئون سوئي آهين، ناهُ هتي ٻيو ڪيهو ناهيون!

## ڪافي

محبت مست مجنون ڪيا، ڪَئين خاصا خماري، لو....
اصل گون عاشقن آهي، مٿي سُوريءَ سواري، لو....
هِتَئون مُنهن سا نہ موڙيندي، هوندي جا وره واري، لو....
سڻو جا مير محبت جِي، ڪُنَن کي ڪوٺَ ڪاري، لو...
جنين کي جوشَ جاڳايو، تنين کهڙي تياري، لو...
ڇَڏي هِي عيش عالمَ جا، هليا سي هيڪ واري، لو...
پياسي هوُءِ حيرتَ ۾، ڇڏيئون سُڌ سارَ ساري، لو...
بِرهَ جي بابَ ڏس تن کي، سِيا وائِي وساري، لو....
سدا تن کي آ ساجَن جي، اَچڻ جِي انتظاري، لو....
"سچيڏنا" سَمجھ ڪِي هتَهين، مَتان ٿِئين هُت مياري، لو...

## ڪافي

**ڪڏهن اَلاجي اِيندا، يار سانگيڙا، ميان!**

**سِگهي اَچڻ جون ڪانگ اسان کي، اَچِي واڌايون ڏيندا.**
**ڏيئِي دلاسا دل منهنجيءَ کي، نال نماڻِي نيندا.**
**اِهي اُميدان آهن اسان کي، هِڪُ ٽَڪِيءَ سان ٽيندا.**
**ڪين ڏندا ڏوهه اسان جا، بَديون سڀ بخشيندا.**
**آهي اوسيڙو اکڙين کي، گولِي ساڻ گڏيندا.**
**ڪيچَ وٽن گون پَٽي پَکڙا، آٽي هِتِ هوتَ اڏيندا.**
**جيهو تيهو ”سچوُ“ سَندان آ، پانهِجو ڪِينَ ڇڏيندا.**

## ڪافي

**سرتيون ڏِين صلاحان، ’چت تَون چرخي لائين‘؛**
**آءٌ ڪَتيان ڪِي ڪانگ اُڏايان!**

**راتيون ڏينهان روئان اُنهن لِڳ، پرين جي ٽِپُم پَراهان.**
**دل جمعيت تڏهن ڪِي ٿيندي، جڏهن اِيندا ڪي هوتَ اڳاهان.**
**اَديون اُنهِيءَ جي ويٺي اَچَڻ جون، روز نهاريان ٽِي راهان.**
**والِي ورائي وري پَنيور ڏي، سُٺي اسان جون آهان.**
**ڪيون قبوليت سَيِئِي ”سَچُوءَ“ جون، سائين عَرضَ اِلاهان.**

## ڪافي

**آ اَچِي ڏس حالُ مُهنجو، آءُ اَچِي سُڻ عرض هي!**

**نينهَن تا مون کي نيو، طاقت نہ ڪاٿَنِ کي رَهِي،**
**مشتاق جي مارڻ سَندو، آهي اوهان کي غَرض هي.**

ڏاها وچِي ٻئا چو پچان، مون تا پروڙي ڳالهڙي،
درد ٻيو مون کي نہ آهي، محب تنهنجو مَرض هِي.
دل کسي مون گون وئين، موٽي نہ آئين چا چوان،
سُڌ لَهو ساجَنَ اَچِي، آهي اوهان تي قَرض هِي.
آءُ اچِي امام ٿِي، تو تي اَسان نِيتِي نماز،
سِرُ ڪَرڻ صدقي اَوهان تَون، آهي "سچُوءَ" تي فرض هي.

## ڪافي

هِڪي ڏهاڙي پير مغان، مون کي ڳالهہ ڳجهي فرمائي!

سَلَڻ جهڙي ناهي سا، جا آڻ پرين پُرجهائِي.
عامَ نہ مَجَن ان کي، جا صاحبن سَمجهائِي.
مَٿَ منجهارئون مَئي جي، تنهن ساقيءَ سُرڪَ چڪائِي.
پيالي مَون پرواز ٿيو، واءِ وئِي ٻِي وائي.
'عبد' ڄاتو ٿي جنين، تن بازي هِت هارائي.
'حق' گون 'حق' نصيب ٿيو ٿي، مدعا "سچوءَ سَنيائي.

## ڪافي

هوتَ غريبِ نماڻِي، اِتي ڪيئن وساريئي، ميان!

اڱڻ آسَروَند جي، آءُ تون پاڻئون ڄاڻي _
هوت هَٿِي چو ماريُئي، ميان!
وندر جي وٽن ۾، حب منجهَون هوتياڻِي _
مون تا گهٽو نهاريئي، ميان!
ٿورا گهٽا ڏينهڙا، هن عاجز سان آرياڻِي _
مانَ گڏُ گُذاريئي، ميان!

اڄي هَلي هيڪلِي، پرت منجهؤن پاڄياڻي _
جڏهن سانول سارِيَئِي، ميان!
ڇڏي وئين ڇَپَرين، ڪَيئي پُنهون جام پُڄاڻِي _
هيءَ ڪيئن آزارِيَئِي، ميان!
”سچو“ سگ اوهان جو، سائينءَ لڳ سُڄاڻِي _
پنهنجي ڪَڍَ قطاريئي، ميان!

## ڪافي

آءٌ ڪا رهندِ هوتن رِيءَ، هُنديَس سانولَ ساڻ!

لئن لئن منجهه لڳي رهيو، ٻاروچي جو ٻاڻ.
وندر سنديءَ واٽ تي، پرزا ڪنديَس پاڻ.
ڏير ڏيئي ويا ڏکَ جو، هِن ڏکيءَ کي ڏاڻ.
درد مندي دانهون ڪري، ڇيتڪ ڪَيڙُس ڇاڻ.
مانَ اَڇي ٿئي ڪَڏهين، هِنَ مُئِيءَ جو مهماڻ.
”سچو“ سگ اوهان جو، سو تا پنهنجو ڄاڻ.

*

## ڪافي

ڙِي جيڏيون، هوتَن رِيءَ،
آءٌ ڪنديَس ڪوه رهِي!

اندر وره وٺاڻ ڪيائون، لَئُن لَئُن منجهه لَهِي.
ڇڏي شهر ڀنڀور کي، هِيءَ ويندِي ڪيچ ڪَهِي.

ڪونهي ڪوهيارلَ رِيءَ، سَرتيون هِت سَهي.
قول پاڙيندو پانهنجو، ڪَيو ٻاروچَلَ ٻَهِي.
”سچو“ گڏيم ساٿيڙا، پَنڌَن منجهه پَهِي.

*هيءَ ڪافي ، سسئي داستان پنجون ۾ اڳ ئي ڪافي  طور شامل ٿيل آهي.

## ڪافي

پرين نا ٻئي پار، ميان، جانبَ تنهنجي جان ۾، آخوند ري!

سبق ڏئين نہ سور جو، ڪتابي نہ ڪار.
حرف صحيح ڪر هيڪڙو، وَرَقَ سيئي وار.
نينهن وارن کي ناحقي، مُلا هِيئن مَ مار.
راتو ڏينهان آهي توئي کي، ڪتابَن جي ڪار.
ٻاجهَون نالي نينهَن جي، ”سچو“ سبق وسار.

## ڪافي

پرجهي پاڻ نہ ڄاڻان، ڪير آهيان، يارَ ڙي ميان!

مورَتَ موڳائِي ڪئِي، صورَتَ تا نہ سُڃاڻان.
ڪَنهِن تا ڳالهَيئون، ڪاڪيون، ٿياسي هِت نماڻا.
جان جٿو دل سيوئي، آڏا ٿِيَم آڏاڻا.
ڏنم ڏاڍي ڏک سان، عشق جا اوراڻا.
خام خيالَ نِي، ”سچو“ ري، اِنهيءَ فِڪر اُڏاڻا.

## ڪافي

اهو بَر پِي بازر آهِ، جتي ديرو دوستَ جو!

ڏونگرُ ڏولِي پائيان، سپيريان جي ساءِ!
ڇُمنديس ڇَپَن سان ميان، سندِي جانب جاءِ.
محبت محبوبن جي، ڪاري هينيڙي ڪي هاءِ هاءِ.
وينِي ڪانگَ اُڏايان، لَکين لالن لاءِ.
مون ڪي ڪيچَ وَٽن ۾، نيئي پانڌيَڙا پَهچاءِ.
ساٿِي سُپرين سان، هِيءَ گداگر گڏاءِ.
”سَچُو“ سَجڻن ڪي ميان، پاند ڳچيءَ ۾ پاءِ.

*

## ڪافي

ڙي جيڏيون، هاٽي گهوريو، هوتن رِيءَ سارو شهر پنيور!

لائيندا وو لطف سان، هِن ڏکيءَ ڪي ڏور.
هَيءِ هالاٽي اُن جي، شعُلي وڏڙو شور.
مِنت نہ منهنجيءَ موٽيا، زاري نہ آهي زور.
دَرسَن سانڻ دفع ٿيو، سندو هِنيڙي هور.
”سچو“ سندن راهَ تي، هِڪَ جفا ٻيو جور.

*هيءَ ڪافي ، سسئي داستان نائون ۾ ڪافي طور شامل آهي.

## ڪافي

حال معلوم تو کي هي ئي، آءٌ تا وسِ نہ وينياس!

پرين تنهنجي پار ڏي، قاصد مُنجان ڪيئِي ـ
ايڏانهن منهن ڪيو بينياس.
ڇڏي وچ نہ ڇپرين، مُنج دلاسا ڪي ڏيئي ـ
تنهنجي محبت مارياس.
ڇئي ٻڌايان سرتين، هن سڀاجها سي ئي ـ
آءٌ تا وار نہ وسرياس.
پاٽئون پري نہ ڪري، آءٌ پنيءَ اوهان جي پيئي ـ
تنهنجي پَکي نِي پيئياس.
ساٽي ڏيج "سچو" اِهي، نياپا تون نيئي ـ
آءٌ تا گهڻو اُڪندياس.

## ڪافي

منهنجو پَنڌڙو پَهرُ آهي، پَلو سرتيون سانولَ ساڻ!

سو تا ڇِنَڻ جيهو، اَصل گون ناهي ـ
آهي سَڱ تہ پُنهونءَ ساڻ.
ايندو، اَتم آسرو، آسَر هَڏ نہ لاهي ـ
ٿيندو مُئيءَ جو مهماڻ.
ڇڏي شهر ڀنڀور کي، ڪيچ ويندي هيءَ ڪاهي ـ
لڳم ٻاروچي جو ٻاڻ.
* هِيءَ ڪَميٽِي ڪوڙِي، سڱ ساٽن ساهي ـ
پر پرين ڏسندا پاڻ.

”سچو“ ڄاڻ صحيح ڪري، توڙي باب سَندن هِيءَ ناهي
تہ پيي نيندا سڀاجها ساڻ.

(ڪافي نمبر ، سُر بروو ، ”رسالو سچل سائين“ مرتب علي قلي بيگ.)

## ڪافي **

منصور سوريءَ تي چڙهيو، هر ڪنهن چيو تي واه واه،

عاشق اتي ئي سر ڏنو، اناالحق ٿيو سڀ ساه ساه.
عشق اچي نعرو هنيو، ٿيس سيائي باه باه.
نظر مون ڪي هادي آيو، ٿيو سوئي الا الله.
عاشقن سُرڪي جا پيتي، ٿي سيائي هو هوا،
منصور، شمس تبريز پارن، هٿ ڪياؤن جاه جاه.
ويا سمنڊ ۾ ڏيئي ٽپي، سارو لڌائون سُتَ سماءُ،
الف سان جي گم هئا ٿيا، ڪُل شيءِ هرجاءِ جاءِ.
”سچو“ ڏسڻ سان سُرخ ٿيو ۽ تخت تي هو شاه شاه،
رچي اُتاهون لعل ٿيو، سارو اهو هو خود خداءِ.

(ڪافي  کان  تائين پنج ڪافيون، علي قلي بيگ صاحب جن جي مرتب ڪيل ”رسالو سچل سائين“ تان کٽي هتي شامل ڪيون ويون آهن. پنهي رسالن کي پيٽڻ بعد اهي ڪافيون شامل ڪيون ويون آهن، جي رسالي ۾ اڳ ۾ موجود نہ هيون.)
**پيروي، ڪافي ، صفحو  ”رسالو سچل سائين“ مرتب علي قلي بيگ.

## ڪافي

عشق لڳي تان ڪر امين، نا منجهہ ڪفر نا منجهہ دين.

سڻون سورن جون کھڙيون پڙھين ٿو،
ورهُ نہ پُڄندئي وَلاالضالِينَ.
ديد ڏِسي کي ديد اڙائين،
نينھن نہ پُڄندئي نابين.
جلوھ عشق جو عرش کُرس تي،
سرزمين چا زير زمين.
دل سان ذرو درد قبوليم،
ڪشف قبور ڪرامت ڪين.
شُبها شَڪَ سپوئي لاتم،
پاڻ سڃاڻ سان يقين.
طالب ڪي تاويل گھرن ٿا،
ڪن تمنا تي تمڪين.
هادي عبدالحق ”سچوءَ“ کي،
توڙؤن هئي تا ڪئي تلقين.

## ڪافي

سارو ئي سر آهي، ڪاٿي سچل، ڪاٿي ذات سچل دي.

موڄ درياء حُباب ڪڙا ڪيا، ڄاڻج ڪو شڪ ناهي.
آهي اونھون اسرار الاهي، چا منجھارؤن چاهي.
پنهنجي پاڻ پسڻ جي ڪارڻ، ناهَ لکين تو ناهي.
عاشق، عشق، معشوق اهوئي، ڏانوءُ ڏاڍو ڪيو ڏاهي.
”الاالله“ اثبات مڙو ئي، ”لا“ کي ڇڏ تون لاهي.
”لي مع الله“ سمجھ اشارت، فيل لنگھيو منجھ پاهي.
واٽ اهائي وحدت واري، ڪامل ايندا ڪاهي.

سوئي اندر سوئي ٻاهر، ڪئين چوان ائين ناهي.
ڳالهہ "سچل" جي سالڪ سمجهين، لوڪ جي ليکي ڇاهي.

## ڪافي

تون رب ڏاڍو بي پرواهہ،
آءٌ تا ڏڄان تنهنجي ڏاء.

ذڪريا ڪرت وڃهايئي، سِسِي ساه منجها.
هو مڪي جو ڪوڏيو تنهنڪي ڏنئي ڪين ڪهڪاءُ.
حسن ۽ حسين مارايئي، ڏئي جيءَ جفا.
ڪربل منجهہ قتل ڪرايئي ترس نہ پيڙئي ڪا.
ظلمي آهين، رحمي آهين، جا وڻئي سا واه.
"سچوءَ" تيز تي سڀ هنئين، جيڪا رَبَ رضا.

## ڪافي

ڪرن مڙيئي قتل عام،
پاڻ ڪريان جي پڌرو.

جدا جماعت ڪان آهين پاڻ امام.
دم نہ اڳيون دين ٿيو، ڪفر نڪو اسلام.
فارغ هئڻ فرض ڪئون، سُنتَ ڪي بہ سلام.
"سچوءَ" آيو سچ ۾، ناهي حلال حرام.

## ڪافي

ويندي تا وڻڪار،
جيڏيون هي لڳ هوت بلوچ جي.

کيئن وِهان هتهين، آهي منهنجو کم کوهيار.
**ساه منهنجو سرتيون، آهي پرين جي پار.
هِيءَ دل ديواني ڪري، هو ٿيا پاڻ قرار.
جات جَتن جِي جيڏيوُن، جِيءَ وڏو آهي جار.
"سچو" نہ وسار ساه کون، دوستَن جي دربار.

## ڪافي

عين اَتُوَ اِنسانُ، پول مَتان پُلي ڪائي!

دَلقُ درويشي، پهري آيو، صورت هن سلطان.
آهي جَڳَ ۾، سُٺو ڙِي جيڏيون، صاحب جو سيلان.
ڏِسي تَماشو يارَ سڄَڻ جو، هَر همَه حيران.
واه عجائب جيهو ڪيائِين، "سچو" ري سامان.

## ڪافي

ٻاروچي لَؤن لائِي، ميان، کوهياري لَؤن لائِي!

ڳالهہ نہ ڳرهڻ جهڙي، ڏاڍِي سور سلائي.
سَرتيون مون سان سورَ ۾، پيئَر ڪانهي پائِي.
هِيرَ وٽي سا هانوَ کي، ڏنهن عجيبن آئي.
سِرُ ڏيڻ سيڻَن کي، "سَچُو" آهي سَچائِي.

*هيءَ ڪاري ، سُر سسئي داستان پنجون ۾ اڳ ڪافي طور پڻ شامل ٿيل آهي.

## ڪافي

صحيح سُجاڻج ساري، خود آهين وي خُدائي!

لڪين سِتارا گم ٿيا، روزَ ڪَئِي روشنائِي.
ڪوڙين قطرا ڪارونڀارَ، ڪِي سَموندَ سمائِي.
سُڌِ تِنهين سِرَ انهيءَ جِي، مٿي جنهن جي آئِي.
تخت هَزارو اوري رهيو، پَري رهي بُلي شاهي.
”سَچُو“ سَچي ڳالهڙِي، پاڻَ پِريَن پُرجهائي.

## ڪافي

وَس ڪا آهي ويچاري! _ هُئَڻ هن جو هوتَ، ناهي!

أَنَن أُونارن تَؤن، سائين الا، صَدقي آءٌ سَو واري.
چايم ڏاڍي چاه مان، سائين الا، بِرهُ بلوچي باري.
هيڏي هوڏي جان ڏسان، سائين الا، اَندر باهر آري.
ٻانهون ٻانهِن جان ٻڌي، سائين الا، زار ڪريان ٿي زاري.
”سچو“ سهي جي ڪرين، سائين الا، حَق حقيقت ساري.

## ڪافي

تون آءُ اسان وٽ يار، تنهنجي اَچَڻَ ڪاڻ _
جِيئڙو جُڪي ٿو، ساهڙو سِڪي ٿو!
بَس نہ وَهڻ گوڙن ڪَرن، هي نيڻن سَندا نارَ.
ماٺ ڪندي ئِي چاڙهيا، بِره اسان تي بار.
پِرين پاڙج پانهنجا، جي ڪيَئي قولَ قرار.
چُمِي چَشمن تي گنيم، تنهنجو عشق اَلہ توهار.
باه جيهو آءٌ پائيان، جو دمُ توهَئون ڏار.
راتو ڏينهان تانهنجي آهي، ”سَچُوءَ“ سار سنيار.

## ڪافي

دردمندن جي دل جو، ميان، شوقِي وو يارُ شڪاري!

يار سُهڻي جون ڏسو ڏهاڙي، ڪَن ٿيون خون خماري.
سوز وارن ڪي سيني اندر، ماري قيبر ڪاري.
چشمان چوٽڪ ڏاڍو لائن، ڪجليان هَن قهاري.
ٻانهون سي ٻڌيم اڳيون انهن جي، زاري سَوَ زاري.
دل اسان جي وو لٽ نِيَن ٿيون، ٻَئِي چشمان چاري.
پاٽان جاٽي ظاهِر ڪيائين، هوءِ هوءِ حُسن هزاري.
جِيءُ ”سچوءَ“ جو جار وڌائون، ڏيئي پاڻ ڏيکاري.

## ڪافي

سِگھا اِيندا، سِگھا ايندا، پانڌي پِرين جي ڪِي تا!

سڪائِيءَ سان سرتيون الا، ڏکَ پائِي اَچِي ٿيندا، پَلِي اِيندا.
دردمنديءَ جي دل کي، ميان، دوست دلاسا ڏيندا، پلي اِيندا.
ڪين ڇَڏيندا ڇپَرين، ميان، نال نماڻِي نِيندا، پلي اِيندا.
پَڪا پکن سا مُهان، ميان، آڻي پاڻَ اڏيندا، پلي اِيندا.
سو ڏينهن ٿيندو ڪهڙو، جو ”سچو“ نانءُ سَڏيندا، پلي اِيندا.

## ڪافي

تنهنجي محبت موهيو، رَمزن ريهيو ريهيو، هِي تا ساهُ _
آڻِي الله!

طرف تنهنجي راتو ڏينهان، چِتِ هَٽيرو چاهُ _
آڻِي الله!
آهي اسان سان سُپرين، حبَ سندَوَ هَمراهُ _
آڻِي الله!
پيو پناري تانهنجي ميان، هي ڏوهاري ڏاهُ _
آڻِي الله!
واڪا ڪَيون ٿو وهي، دل اندر درياهُ _
آڻِي الله!
ڪشي ڪَري ڪپڙا، ”سچو“ مَليندا پاهَ _
آڻِي الله!

## ڪافي

هوتَ ڪڏهن نہ هلايُوَ، پانڌي پنهنجي پارَ ڏنهن اسان ڏي!

طرف توهان جي مُڪوسين قاصد، سو پي وَهندو ڪين ورايُوَ!
نياپو منهنجي نيهن جو، جيڪَر ساتِيءَ نہ سڻايُوَ.
هو جو ڪَيو هووَ وعدو، سو تا ياد نہ آيُوَ.
”هر دم هونداسين اَسين توئي سان“، فائق هِيئن فرمايُوَ.
تنهن ڏينهن لاڪُون يارَ ”سچوءَ“ ڪي، باري برهُ بچايُوَ.

## ڪافي

ڪالهہ قاصدَ اوڏانهون آيا، اِها ڪَيئُون آگاهي!

’پار پنيور جي هئا اچڻ جا، ساٿَ ڏٺيءَ ڪي سعيا‘_
چڱِي ڏنائون گواهِي.
منهن محبوبن جو ٿيو اسان ڏي، پيا سي پَنڌ سَجايا_
ڪيها رهبر ڪريان راهي!
يارَ مُسافر ڪِيُم اُداسي، ڏور جنين ڏينهن لايا_
آٽي تون ميڙ الاهي!
پانڌُ ڳچيءَ پائي اڳيون پِرين جي، اسان ڏوهَ سيئِي بخشايا_
ٿيا سي پاڻَ صلاحي.
”سچو“ اُتاهون اَچِي رَهِي هِت، ويڙها سي يار وَسايا_
غَم لَٿي گُمراهِي.

## ڪافي

هاري سو پاتُئِي هار، تا آءٌ ڄام چنيسر آوڙان!

جنهن دوستَ ڪسايو دَم ۾، سَٺ اُهو سينگار.
هَٿَئون پَئِي تنهنجي آهي، روئين ڇو زارو زار.
داڻو هُيَڙو درد جو، جنهن ڪيو بهشتَؤن بيزار.
ڏوهُ نہ تنهنجو ڪونہ هو، پرَ نِينهن ڪيو نروار.
پَلنگئون پئينءَ پَٽ تي، ڪَري گوندَرَ گفتار.
"سچو" سهي جي ڪَرين، هِيءُ هو عشقَ جو اسرار.

## ڪافي

هارَ چنيسر ڄام، ليلان ڪسايو دَستَؤن پنهنجي.

ڏاڳو مَٺيون هو ڪَسوٽِي، جو دل جو ٿِي پيو دام.
نَظَر وڌئِي تا غيرَ تي، تيلهان تون ٿِئين تمام.
پُلِي پولِي ۾ پئينءَ، هار پانيُئِي آرام.
تنهن ڏينهن آندئي پاڻَ سان، سورن جو سر انجام.
"سچو" رَه صَبر ۾، عِشقُ ٿِيئي انعام.

## ڪافي

ڪِيئن چَوين ٿو، ڪِيئن چَوين ٿو!
لوڪ ناهي ٻيو: ڪِيئن چوين ٿو؟

لوڪُ سَيوئِي اُهو آهي، ڪيئن ٻيائِيءَ مَنجهہ پَوين ٿو؟

اَجاڻ بنائي پاڻ بيهاريُئي، غمزي انهيءَ ۾ چو نہ گوين ٿو؟
ساڻ سچي تا ”سچو“ گذارين، راند روئڻ جِي کيهِي رَوين ٿو؟

## ڪافي

ڀُل وڃي ٿو، لوڪ ساروئِي ڀُل وڃي ٿو!

”مان“، ”تون“ ويندي، اُهوئِي ٿيندو، پولُ اهوئِي جيڪو پَڃي ٿو.
اهو اُهوئِي سَرتيون آهي، نہ تا اها ڪوئِي ڳالهہِ مَڃي ٿو.
اندر ٻاهر اهوئِي آهي، ”سچو“ هِي سِرُ صحيح سڃي ٿو.

## ڪافي

سُهڻو سڳ ٿيو، ڪاڪيو ڙِي، ڪيچ ڏٽين سان، شالَ مولو ميڙيندو!

اڳئين ڳؤن ڀي اڳرو، ڀائن تان وره ويو!
آريءَ جي اولاد سان، ڏاڍو پيچ پيو.
بيڪَسِيءَ جي دائري، تنهن کي نِيهَن نيو!
صدقي تَن سيرن تَؤن، ”سَچوءَ“ ساه ڪيو.

## ڪافي

شال مون سان وريون وريون،
ڪانگ ڪَرين مِنيون ڳالهِيون!

جدائِيءَ جون جان جسم تي، ڪيون پورن پَريون پَريون.
دردَ سَڄَڻ جي دل منهنجيءَ ڪي، زور ڪيون ذريُون ذريُون.
ڏکن واريون ڳالهيون، اسان پيي دل پائي ڏريون ڏريون.
وايون وصل جون يار، ”سچو“ تون، متان ڪرين ڍريون ڍريون.

## ڪافي

مون کي متان تون ڇڏين،
سونها ڙي سَڄڻ جا!

مَ ڄاڻان ڏينهن اُهو تا، ٿيندو اَلاجي ڪَڏهين.
نانءَ مولىٰ جي محبوبن سان، نئِي غلام کي گڏين.
حاضر ٿِئين حضور ۾، نانءُ ”سَچوُ“ ڪري سَڏين.

## ڪافي

اهو آهي آهي، يار ساڳيو ساڳيو!

اوهين ڄاڻو ساڻ يقيني، ٻيو سو ناهي ناهي.
ميخاني وچ مست هميشہ، ڪيئن سو ڪعبي ڪاهي ڪاهي.
لوڪ سارو ٿي هِت جو آيو، سَڀ حجابان لاهي لاهي.
ظاهر باطن آهي اهوئي، جان جٿو وري چاهي چاهي.
نانءُ ”سچوءَ“ جو آيو صفت ۾، ڏانءُ ڪيو ڪيهو ڏاهي ڏاهي.

## ڪافي

هيءَ پورهيت پاڻِيءَ ڍوئِي، خان ٻاروچا تنهنجي!

حاضر خدمت اڇي اوهان جي، حال چونديس روئِي.
ساٿي اسان جي سُڌ لهڻَ سان، سوال پورو ڪَر سوئي.
ڪيئن وساري ويهان اوهان کي، ڪئِي تا ههڙي توئي.
طوطيءَ جي ڳِچيءَ سو سلامن، ”سچوءَ“ مُڪا پڻ پوئي.

## ڪافي

واتِ مون کي آهي وائِي، خان ٻاروچا تنهنجي!

پرين نہ مُڪَوَ طرف اسان جي، لِکي ڪتابَتَ ڪائي.
پيرو ڪندين وري پنيور ڏي، اِها اَڌَرَ مون آئي.
حالَ منهنجي جي خَبَر نہ ڪنهن کي، چڱي سَڄڻَ تولائي.
اهو آسرو مون کي آهي، ٿيندين اَچي ڏکَ پائي.
اڄ صبح تا اڳڻ ”سچوءَ“ جي، جانِي اِيندين شالَ جائِي.

## ڪافي

سُڻ منهنجڙو حال،
دلبر ديس وسَئي، گهوريو ڙي پَرڏيهہ تو توَن!

مون ڪوَن پَري نہ ٿئين، سائين مَج سُوال.
منهنجو توسان تا آهي ئي، خاصو يارَ خيال.
روئان واٽڙين تي، ڪَريو ههڙو حال.

واڳان وطن پانهنجي، ڦيري آءُ فِي الحال.
تو کؤن ڳجهو ناه ڪو، عاشقَ جو احول.
ڪَر ”سچو“ کي سپرين، ڪڻي نيڻ نهال.

## ڪافي

قاصدَ وري ويندين،
ديس ٻاروچل جي، ميان!

خَبرَ خوشيءَ جي وٺي اُتاهُون، سِگهو اسان ڏي ڪِي ايندين.
دردمنديءَ جي دِل کي، هاڻي ڏاها دلاسو ڏيندين.
سپيرين جي ڳالهِ ڳُجهيءَ جو، وجي سو واقف ٿيندين.
سوزَ فراقَ جي، يار ”سچوءَ“ جو، تون هيِ نياپو نيندين.

## ڪافي

آئين قاصدَ ڪالهه،
پرينءَ جي پار ڏنهن، آنديِ جي سَنِهيا سَل اُهي ئي!

هاريا هِنَ جي حالَ جِي، ڪا هُئِي هُت قِيل مَقالَ؟
پاڄِيءَ کي پَرديسَ ۾، سِڪندي ٿِيڙا سال.
پِريَن ڪِي مون پُڇِيو، ڪا خَبرَ ڏي خوشحالَ!
ڪِي ڪَڍندا هجر فراق کي، ڪِي ورندا واوَ وصالَ!
”سچوءَ“ سندي ساهَ جِي، ڪا هئي هُت ڪين سنڀال!

## ڪافي

عاشقَ ڪر آرام،
پِرينءَ گهڻو پُڇيو تُنهنجو، خوشيءَ م رَهُ، ري!

طرف تنهنجي آهِ، اَچڻَ جو، اسان جو انجام.
رَهبَر عاشِقَ کي وَڃِي، سَوَ لَک ڏيج سَلامُ.
اڳنان آهي تانهنجو، سُرهائِي سَر انجام.
جيڪي چَيُوَ، تانهنجو آهي، ڪُلِي قبول ڪَلام.
”سچو“ تنهنجي ساه کي، آهِ محبت بخش مدام.

## ڪافي

يار منهنجي کي ڪريو، مِنَت وڃِي ڪائي!

پَرڏيهه وڃ نہ مون پِرين، يارَ تو سان مون تا لائِي.
اَندر منهنجو اَڏ ٿيو، ڪري وڃڻ جِي تو وائِي!
ڏسو اوهين ٿيون، دل ڏاڍي سان، اديون آ مون اٿڪائِي.
چڱا مِڙيائي ميان اِئين چون ٿا، ’لائِي تہ توڙ نيائِي.‘
هِجَر منجهارؤن ٿيندي وصالت، اِها ڳالهہ ”سچُوءَ“ آزمائي.

## ڪافي

هاڻي مون کي پِريَن پوءِ،
جيڏيون جِيَڻ جنجال ٿيو!

ويڻِي واٽڙين تي، هيءَ راتو ڏينهان روءِ.
ويهڻ هن جو وهه ٿيو، هو لَڏي ويڙا لوءِ.
دردمندي دانهون ڪري، آهي هوتَن ريءَ هوءِ هوءِ.
ڪاڪيون مُون ڏي ڪيچ ڳؤن، شال قاصد اچي ڪوءِ.
”سچوءَ“ ڪندي سال ٿيا، وَريتِيون ووءِ ووءِ.

## ڪافي

يار ساٿيو ڙي ميان، يار پانڌيو ڙي ميان، پلوڙي ميان،

دوستَن جي ڪَلَ مون ڪي ڪا ڏيجو!
هِيءَ نماڻِي در وڪاڻِي، نالِ نباهي نيجو.
ڪِيم وساريو، مئِي نہ ماريو، چوري تا نہ ڇڏيجو.
ڏيو دلاسا ڪڏهن اِيندا، لوءِ ئون تا نہ لڏيجو.
جنهين ويلي هلو اِتاهون، ”سَچوُ“ نانءُ سَڏيجو.

## ڪافي

ساجن اِنهيءَ سير، اِيندئِي ڙي اَجا!

سي ئِي پَهتِيون پِرينءَ سان، جي گهڙيون انهيءَ گهير.
سپيريان جي سيرَ ۾، هيجَؤن هِينئڙو هير.
بَڏي نچج نيهَن جي، ڇاتِيءَ ڇاتيءَ ڇيرَ.
”سچو“ سائين جي پُڇين، ڦَندَ سَيئي ڦيرَ.

## ڪافي

توکي عاشق پنهنجو ڄاڻان، تو کي سَونِ ۾ سُڄاڻان!

اسين تا توسان آهيون سدائين، وجهه ڪِين وڃاڻا.
"اُهي تا آهن نظر اسان کي، اَڃِي جي در وڪاڻا"
دستَؤن ڪري ڏِنو هِي مان کي، يارَ داروںءَ جا داڻا.
سَهج "سَچُو" تون ساڻ يقيني، محبوبن جا ماڻا.

## ڪافي

هوتَ اسانجڙو حال، تون پاڻَهين ٿو ڄاڻين!

اوهان ٻاجهون وو سپرين، ميان اَلا، ساعت پايان سال _
وري اچج آرياڻي.
راتو ڏينهان روح کي، ميان الا، سندُو خواب خيال _
هيءَ اَٿوَ نِماڻي.
معلوم تو کي مون پِرين، ميان الا، عاجز جو احوال _
تون سانول سُڄاڻِي.
ڇڏين ويندين وو ڇپَرين، ميان الا، تو لِڱ ڪيم ڪشال _
تون هيئن ڪِيئن هوتياڻِي!
سوز اوهان جي وو سُپرين، ميان الا، بِره ڪئِي بيحال _
تہ پِي عذر نہ آڻي.
لاه فراق وو فقير ڪؤن، ميان الا، "سچو" مج سوال _
هيءَ هادي لئي هاڻِي.

## ڪافي

منهنجي اڱڻ اَچ آءُ،
پرديسيڙا ڙي يارَ!

والي شالَ وصال جو، ڪو وري لڳي واءُ.
اچي هَڏ نہ هِتَهين، سانوَلَ تو ريءَ ساءُ.
ميان مشتاقن جو، اَچي صاحب لهہ سَماءُ.
دانهون ڪري دردَ ۾، جا ڦٽي فراقاءُ.
ٿيون مَدايون ڪيتريون، سائين "سچوُءَ" ڪانءُ.

## ڪافي

اوڏاهون قاصد جي آيا، تَن هُلائي هيءَ وائِي:

هاٺي هوتياڻِن جي، هُئِي تو ڏي تياري،
واتان پُڇي تانهنجون، ٿو اَصل ڪان آري،
ڏاري، سنديَوَ حال جِي هت معلوم سَيائِي.
اهو رکج آسرو، جو اَچ تو ڏي اِيندا،
ڏيئي ٻانهون ڳل تو وري، پرين پَرچائيندا،
هيڪَند ٿيندينءَ هوتَ سان، تون جاڳندي جائي.
مارئِي ماندِي نہ ٿيءُ، چو گوندر گذارين،
واتان اَچَڻ ان جون، ٿِي نِت نِتِ نهارين،
جهڙي تون هِت آهين، آهين هُت پِي اُهائي.
ويو وڇوڙيو وچ مَؤن، تون گڏيئن سائينءَ ساڻ،
توسان آهن سُپرين، پَري ياءِ نہ پاڻ،
"سچو" ٿِيندين سيگهڙي، اها وائِي سوائي!

## ڪافي

**ڪيچي ڏنم اَڄ اِتي،**
**اوهين تا چا تا پانيو!**
**سال لنگهي ويا ڪيترا، ڪاڪيون ريءَ ڪتي.**
**اڄ تا ويندَيس ڪاڏي ڪينڪي، هُوُسو، تا منهنجو هتي.**
**منزل محبن جي جتي هوندي، ميان، هونديون سَرهايون تتي.**
**موڳائيءَ جي مونجهه ۾، سائين الاءِ ڪانءُ ڏِسي گپَ ۾ گتي.**
**سودو سيڻن سان حال ٿيندو، ميان ”سچو“ تا سِرَ ڏتي.**

## ڪافي

**اڄ اوڏاهين سي آيون، مون ڏي خبران خير جون!**

**ٻيو تا تو سان دوستَ وي، ڪون برابَر پايون.**
**لِڪي مَؤن معلوم ٿيو، هاڻي پير ايڏاهِين تا پايون.**
**سَنيري تو ڪي ميان ڏيهه سنديءَ، لک ٿورا تا لايون.**
**سورن واريون سيئي ساعتون، تو تان لکَ لنگهايون.**
**توڪي ٿينديون هاڻي حاصل، ”سچو“ ري سَرهايون.**

## ڪافي

**منهنجِي حجت تو سان ناهه، توڪي مولو ميڙي يار!**

**مون هِن نماڻِيءَ ڪي، آسَر سَندُوَ آهِ.**
**اندر باهِر تا تنهنجِي، جانبَ آهي جاءِ.**
**ڏونگر ڏورڻ آئيا، ساڄڻ تنهنجي ساءِ.**
**”سچو“ آهي سِڪَ ۾، لالن تنهنجي لاءِ.**

## كافي

پُڇن ڪوه طبيبَ، او، سوزَ واريون سَرتيون، پلو الَو!

پيدا ٿيندا پاڻهين، ڪول آيَس قَريبَ.
ڏِيَن ڏيکاري ڏِيلَئون، اچانڪ عجيبَ.
"سچو" وَسَن سي سدا، هِنَڙي منجھ حَبيبَ!

## كافي

الا باري بِره ٻولڻ جي، دل ديواني منهنجي ڪيئي!

اوري اَتَڪَ نہ رهِي، خاص پِرين پڪِيئي.
پياريائون پُر ڪَري، ٻي سڀ وائِي ويئِي.
راتيان ڏانهان روحَ ۾، "ٿيَا ٿيَا" آهي ٿيئي.
اکيون دل "سَچُوءَ" جيون، پاڻ سکيون ڪِيَئون ٻيئي.

## كافي

يارَلايو رنگ، ڏس تون، جي هُيَئين ڪنهن حالَ ۾!

محڪم رهين احوالَ ۾، قائيل نہ ٿي تون قالَ ۾.
خيالَ ٻاجھون خاص تنهنجي، هُئي جِيَڻ جَنجالَ ۾.
جي هُئين ڪو دَم اِتي، تا هُج تون خاص خيالَ ۾.
اَصل ۾ يڪتا ٿِئين، عاشِقَ چَئون اَمثالَ ۾.
محبت مگر مرشد سندي، آٽين اِنهي اَحوالَ ۾.

## ڪافي

### ”تو ڪِيئن اُهي وسري ويا، جن ڪي تو تي ڪارون ڪيون؟“

پانڌِيءَ پِرينءَ جي پار ڏنهُن، آندي خبر اها يار ڏنهن؛
آيو اصل اسرار ڏنهن، دوست سندي دربار ڏنهن.
ڪيئن تون پئين ٻيءَ ڳالهه ۾، هي جيءَ وجهين جنجالَ ۾؛
چئہ آهين ڪهڙي خيال ۾؟، رہ تو هميشہ حالَ ۾.
ڪانئن پاسي ڏينهڙا پَيَئہ، سي ڳڻَ سَندن وسِري ويئہ!
سچا سخن سانيَڻ ٿِيئہ، سڏ ڪين ڪڏهن نا ڪَيئہ.
”ڳالهيون سَجڻ جون ياد ڪر، دل سامڻ تي عاشق اَپر،
”تا تو اچي نازڪ نظر، هَيءِ هَيءِ متان ٿئين بيخبر.“
”جيڪس فراق جي فال هُئي، ڪا ڪين تنهنجي ڳالهہ هُئي،
”تو ڳڎُ جِيڻ جي جال هُئي: اڄ تو نہ تن سنيال هُئِي!“
”اتي وساريئي ڪيئن ويهي، جي ڏيهہَ هئا تنهنجا ڏيهِي؛
”توڪي آئي مَصلحت ڪيهِي؟ _ هاڻِ پاڻَ ايندا اڄُ پيهِي.“
”’سچو‘ متان دلگير ٿئين“، اَڄ پاڻ فرمايئون ائين،
”طالب وجي تَسلا ڏئين، معافي مَدايون ڪيون مئين!“

مرتب پاران ڪافي ۽ ڪافي رسالي ۾ ”ڪلام“ جي عنوان سان ڏنل هيون، پر اسان اُنهن جو عنوان ڪافي رکيو آهي، ڇوتہ ڪلام شاعريءَ جي ڪا الڳ صنف ڪانهي پر شاعريءَ جي هر صنف کي ڪلام چئي سگهجي ٿو. ٻيو عرض تہ اهڙي ئي سٽاءَ واريون: يعني ٿلهہ ۽ هر بند جي آخري سِٽ جو ٿلهہَ سان هم ڪافيہ هجڻ بجاءِ، هر بند جي سٽن جو هڪ ٻئي سان هم ڪافيہ هجڻ، اهڙيون ڪافيون رسالي ۾ ٻيون پڻ ملن ٿيون. مثال طور ڏسو: سسئي داستان ڇهون، ڪافي .

## ڪافي

وعدا اُهي اَڄ ياد پيا، مون سان قريبن جي ڪيا!

ڳالهيون ڳجهيون اُهي يار جون، اصلون ٻُڌيم اِسرار جون،
سي ٿيون عطا اعتبار جون، دل ۾ رهيون دلدار جون.
واليءَ اهو وعدو ڪيو، جو ڪَم ڇَيوسين سو ٿيو،
”هڪ ٻول توسان، نا ٻيو، وِسري نہ مون گون سو ويو.“
فائِق وري فرمائيو، ”تو سِرُ اسان جو سائيو،
”اهو ڏسڻ مون آئيو، دل ساڻ سو مون لائيو.
”’سَچُو‘ سدا سَرهو رهين، هِن ٻولَ اسان جي تي ٻَهين.
”تون ٿاه تا هِن تي نهين، سِر بار برهي جو سَهين!“

*

## ڪافي

دمَ دمَ جا ديدار، وو، اُپر اسان جي نارَ تي!

ٻَگا ڏاندَ ٻَڌائون ٻيئي، تَن جِي ڳالهہ ڪريان آءَ ڪيهِي،
وهَن ڏارو ڏارَ، ڳاڏِيءَ جي ڳِنڪارَ تي.
ياروني هِڪڙي چَڪريون ٻيئِي، آرا انهن جا آهن اهي ئي،
وهن بارو بارَ، وو، لَٺَ واريءَ للڪار تي.
ڦرهيون ونگڙون آهن اوياريون، ارِڙيون سونهن مالهہ موچاريون،
جهَلڻ جا جهلڪار، وو، لوٽِن واريءَ ڏڏڪار تي.
ڍِڍِي چونڪ جوئر جا نِسري، ڳِنا تنهن جا ماکِي مصري،
ڪِيرن جا بہ خمار، وو، آهن پيهي واريءَ پونجار تي.
ڪانگن ڪانگيرو، وهين واهيرو، ڪَبرن، ڳِيرن ڪيو اچي گهيرو،
ڳوڙهن جا وسڪارَ، وو، جهِرڪين جي جنسار تي.

**آيو نيسَر پاڙچ ۾ پاڻِي، مرشد اچي تيز مَ ساڻِي،**
**سا جوئر پَچايوم جار، وو، آهن ڪَم ”سَچل“ جا ڪلتار تي.**

*هيءَ ڪافي اصل ۾ ”سنڌي روجهن بابت بيت“ جي آخر ۾ ڏنل هئي، جيئن ته هن ڪافي جو مواد نہ تہ روجهن بابت آهي، نہ ئي وري اهڙي ماحول جي عڪاسي ڪندڙ يا ان سان مناسبت رکندڙ ئي آهي، ان ڪاڻ هِن ڪافيءَ جو هت ”متفرق ڪلام“ ۾ شامل هئڻ مناسب ڇاتو ويو.

هي اليڪٽرانڪ ايڊيشن عثمان علي انصاري صاحب جي مرتب ڪيل نسخي جي آڌار تي آهي.

(محترم عبدالماجد ڀرڳڙي جي ٽيڪسٽ انپٽ)